# بحر العميق

رسالو

سيد چيزل شاھ صوفي القادري
درگاھ فتح پور شريف، ضلعو گنداواه بلوچستان

مرتب ۽ شايع ڪندڙ
فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا
ايڊوڪيٽ سياش چند فتح چند ڪارڙا
سنجئہ ڪمار فتح چند ڪارڙا
ڈاڪٹر اجيت ڪمار فتح چند ڪارڙا
ڪرتار ڪارڙا فتح چند ڪارڙا

فتح ڪلات هائوس جيڪب آباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | بحرالعميق |
| ليکڪ: | سيد چيزل شاهہ صوفي القادري |
| پهريون ڇاپو: | فيبروري 1987ع تعداد 3000 |
| ڇاپو ٻيو: | مارچ 2001ع |
| ڇاپو ٽيون: | جنوري 2004ع تعداد 1000 |
| ڇاپو چوٿون: | مارچ 2008ع تعداد 1000 |
| ڇپيندڙ: | آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي فون:021-2737290 |

قيمت 200 رپيا

ملڻ جو هنڌ
فتح چند ڪنيا لعل
فتح ڪلاٽ هائوس
ڪلاٽ مارڪيٽ، جيڪب آباد
فون 0722-652455
موبائل : 0333-7338188

# فهرست

توريت، انجيل، زبور لڌو، احمد تي فرقان سچو
تنهنجي بحر عميق جو انت نہ ڪو، اهڙو احمد سان احسان ڪيئي
سمجھ رکيل سر ثابت سارو، اناالحق جو هڻ تون نعرو
يار ڏنو تي وحدت وارو او پنهنجي دفتر جو ديوان ڪيئي



جنابُ حضرت سيد ركيل شاھ صوفي القادري

جنم: ١٢٦٢ھ وصال: ١٣٥٩ھ



جناب حضرت سيد چيزل شاھ (عزيز شاھ) صوفي القادري

جنم: ١٣٣٢ھ وصال: ١٤٠٤ھ




جناب حضرت سید صادق علی شاھ صوفي القادري

جناب حضرت سید رکیل شاھ صوفي القادري

جناب حضرت سید چیزل شاھ (عزیز شاھ) صوفي القادري

# نئين ڇاپي جو مهاڳ

محبوب سائين صادق علي شاهه صاحب صوفي القادري جن جا لک ٿورا ۽ احسان آهن جو شروع کان وٺي مرشد جو ڪلام ڇپرائڻ لاءِ اتساهيندا ۽ دعائون ڏيندا رهيا آهن.

هن کان اڳ 1987ع ۾ بحرالعميق جو پهريون ڇاپو 3000 ڪاپيون ۽ 2001ع ۾ ٻيو ڇاپو هڪ هزار ڪاپيون مرشد کي عقيدت جا گل پيش ڪرڻ لاءِ ڇپرايا هئم. هاڻي هي ٽيون ڀيرو وري ڇپرائي رهيو آهيان اميد اٿم ته مرشد جي در تي هي نِنڍڙي ڀيٽا قبول پوندي ۽ محبوب اڳيان آسوند آهيان مون کي سڄي حياتي پنهنجي خدمت جو موقعو عنايت ڪندا رهندا، جيئن هن ڌرتي تي صوفين جي تصوف شانتي، ڀائيچاري، محبت ۽ رب جي بندگي جو پيغام در در پهچي. ۽ اڄ جي خودپرستي جي دور ۾ سُورن ۾ قاتل انسانيت صوفيت جي درس جي سُڃي ٻي سڄاڳ ٿئي.

اميد اٿم ته هاڻ هن ڌرتي جو هر ماڻهو انهن الله وارن صوفي درويشن جي پيغام کي گهر گهر پهچائڻ لاءِ ڪوشش ڪندو.

فتح چند ڪارڙا

1 جنوري 2004ع

# پهرين ڇاپي جو مهاڳ

وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو منهنجي سائين حضرت چيزل شاهہ صوفي القادري جي سوانح حيات مع ڪلام شيرين سان آراستہ پيراستہ ٿي منظر عام تي اچي رهي آهي. ان عظيم هستيءَ خاندان معظمہ سان بنده کي ۽ منهنجي خاندان خصوصاً اسان جي ڏاڏي محترم دانو مل مرحوم کي عقيدت والهانہ رهي آهي.

صوفي مت ۽ روحانيت وارن کي چڱي ريت پروڙ آهي تہ عاشق بالله جو هر نڪتل ڪلمو يا ڪلام شاهہ صاحب جي نظريہ موجب

جي تو بيت ڀانئيا سي آيتون آهين
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي

صوفيت عشق الاهي جو درس ڏئي ٿي، جنهن ۾ مذهبي متڀيد کان مٿانهون سائين چيزل شاهہ جو ڪلام بہ عشق الاهي ۽ رمز حقيقي جو درس ڏئي ٿو.

سائين جن جي ڪلام جي سهيڙ، ترتيب، حالات زندگي جي مواد ۾ هينئين فقيرن جي تعاون ۽ اشتراڪ جو ٿورائتو آهيان.

(١) فقير حسين بخش صاحب، (٢) مرحوم ماستر نواب علي زيب سومرو، (٣) فقير محمد پريل صاحب پٽي ۽ (۴) غلام حسين ڏاهائي. جيڪڏهن ڪا خامي پريس جي هجي تہ درست ڪرڻ لاءِ اطلاع ڏئي ٿورائتو ڪندا تہ جيئن آئنده ڇاپي ۾ درستي ڪئي وڃي.

جيڪب آباد
٣ مارچ ١٩٨٧ع

نيازمند
**فتح چند ڪنيا لعل، ڪارڙا**

# ٻين ڇاپي جو مهاڳ

جيئن ته هن کان اڳ بحرالعميق جو پهريون ڇاپو سجاده نشين مرشد سائين صادق علي شاه صاحب جن جي حڪم سان ١٩٨٧ع ۾ ڇپرايو هو. هاڻي هي ٻيو ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي، ڪوشش ڪري نواڻ آندي اٿم.

هي سڀ ڪجھ فتح پور شريف جي مالڪن جي ڪرم نوازي آهي، جو مان ناچيز درگاه لاءِ هي عقيدت جا گل چاڙهي رهيو آهيان. مون کي هي عقيدت پنهنجي ڀيءُ ڪنيا لعل ۽ ڏاڏي سائين محترم داني مل کان ورثي ۾ ملي.

منهنجو ڏاڏو سائين جن جي صحبت ۾ رهي ويدانت ۽ تصوف جي پنڌن پيچرن کان چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿي چڪو هو. هن کي خبر هئي ته مرشد جي صحبت ۾ رهي ڪيئن معرفت جو مقام ماڻي سگهجي ٿو. اِهو ئي سبب هو جو هُن پنهنجي زندگي جو گهڻو حصو درگاه فتح پور جي خدمت ۾ وقف ڪيو هو.

مون کي ياد آهي ته هو منهنجي ننڍپڻ کان وٺي منهنجي والد کان وڌيڪ منهنجي ذهني جلا لاءِ پتوڙيندو رهندو هو ۽ هميشه روحاني رمزون فقيرن درويشن جي حالا، زندگي، انهن جو ڪلام ۽ ڪويتائون، ٻڌائي منهنجي عشق ۾ اضافو ڪندو رهيو. اهو ئي سبب آهي جو اڄ مان سائينجن جي ڪلام ۽ فقر کي عام ڪرڻ لاءِ هي ڇپائي جو سلسلو شروع ڪيو آهي، منهنجي ڪوشش ۾ عقيدت ۽ محبت کان سواءِ ٻي ڪا به محنت يا ڪمال شامل ڪونه آهي. هن کان اڳ ١٩٩٢ع ۾ روضي ڌڻي قبله سائين رکيل شاه صوفي القادري جن جي ڪلام جو مجموعو، 'بحرالعشق' عقيدت طور ڇپائي پڌرو

ڪيو هُجي، مقصد ڪو دنيوي لاڀ ڪونه آهي. فقط مرشد جي خوشنودي. مرشد جي محبت جي پرچار ۽ فڪر کي عام ڪرڻ آهي، انهي خدمت طور مرشد کي عقيدت جا گل چاڙهڻ آهي.

هن مجموعي ۾ سائين جن جي حالات زندگي کان سواءِ تصوف جي رمزن ۽ فرمودات سان گڏ سندس ڪلام کي پيش ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ ڪافيون، بيت، سه حرفيون شامل ڪيون ويون آهن.

ترتيب جي لحاظ کان سندس ڪافيون، سرن مطابق ڀريون لکيون ويون آهن. بعد ۾ بيت ۽ سه حرفيون ڏنيون ويون آهن.

سائين جن جو ڪلام، هندي، سنڌي، اردو، سرائيڪي ۽ بلوچي زبانن ۾ آهي. اسان ڪوشش ڪري هن ڇاپي ۾ سائين جن جي سموري ڪلام کي سموهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيو ته ڪجھ ڪلام ڀرين ڇاپي ۾ رهجي ويا هئا، اُهي هاڻ هِي ڇاپي ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

ڪتاب جي پروفنگ چيڪ ڪرڻ ۾ مون کي پنهنجي وڏي فرزند سياش چندر گهڻي مدد ڪئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن عقيدت مند وٽ ڪو رهيل ڪلام هجي ته اسان کي ڏياري موڪليو، جيئن آئينده ڇاپن ۾ شامل ڪري سگهجي.

جيڪب آباد
۱ مارچ ۲۰۰۱ع

**فتح چند ڪنيا لعل ڪارڙا**

# محشر خيال

اردوءَ جي هڪ مصرع: ”هي آدمي بجاءِ خود اِڪ محشر خيال“ - ۾ انسان جي خيالات جي دنيا جو اشارو آهي. اُن موجب هن جي دل خيالات جي آباد دنيا آهي. جنهن ۾ مجازي ۽ روحاني زندگيءَ جا پوپٽ رنگ سمايل آهن. دنيا جي زندگي اعليٰ انسانن لاءِ هڪ قيد مثل آهي. هنن جي واڳ ڌڻيءَ وس آهي. هُو بيوس آهن. جيئن سائين رکيل شاهه چيو:

”وس نهين چلدا، حجت نہ هلدي.
رت رووان هڻ ڌووان جند پئي جلدي“.

سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ جي روايت گذريل ٽن سون سالن ۾ چٽا رنگ ڀريا آهن . شاهه ڪريم، شاهه عبداللطيف، سچل، خواجہ فريد، بيدل بيڪس، خوش خير محمد، سائين رکيل شاهه ۽ پوءِ سندس فرزند سائين چيزل شاهه توڙي ٻين هن سلسلي ۾ پاڻ ملهايو آهي. سائين رکيل شاهه ۽ چيزل شاهه ارادت جي سلسلي سان ڳنڍيل آهن، سو ميران پور جهوڪ جي حضرتِ شاهه عنايت شهيد سان ملي ٿو: متي ويندي حضورﷺ سان تعلق آهي. صوفي درويشن انسان ذات کي خدا ڏانهن راغب ڪيو ۽ محبت جي هن تلقين ماڻهن ۾ انسان دوستي ۽ بي تعصبي پيدا ڪئي. شاهه عنايت جي مريدن ۽ سائين رکيل ۽ سائين چيزل جي مريدن ۾ هندن جو هجڻ ان ڳالهہ جي ثابتي آهي. پنهنجي والد محترم وانگر سائين چيزل شاهه هڪ اعليٰ شاهه ۽ دوريش هو. سندس ڪلام نہ رڳو تصوف جي تند تنوارا سان بلند آهنگ ۾ آهي، بلڪ شاعريءَ جي روايت سان فن ۽ فڪر موجب بہ ڳنڍيل آهي. سنڌ ۾ ڪافيءَ جا شاعر گهڻا آهن. سائين رکيل ۽ چيزل بہ فني لحاظ کان سهڻيون ڪافيون چيون آهن. سائين چيزل شاهه سنڌي ۽

سرائڪي اردو امتزاج سان ڪافيون چيون آهن. عشق بادشاهہ سندس ڪافي ڪلام جو خاص ۽ بنيادي موضوع آهي.
فرمائي ٿو تہ:

آئي عشق آتش اندر ٻاري ڙي اديون
جان جسم جند ڳاري، دردن ۾ تہ آزاري. ڙي اديون
هڪ آءُ سهڻل ڪنهن پيري،
ٻيو تہ چاڪ پون جگر جيري،
ٿيون ڪري ڪيئن وري تاري ڙي اديون.

انساني حقيقي محبوب جي رهڻ جو آستانو آهي. آدم جو ويس پائي محبوب اچي واسو ڪيو آهي آدم ۾ اظهار ڪيو اٿس. سائين چيزل فرمائين ٿا تہ:

ٿلهہ: بيرنگ برقعو پائي پائي.
آيو آدم هت اظهار ٿي.
علم العين يقين تون ڄاڻي،
احد ۽ احمد فرق نہ آئين
وچون ميم وڃائي.
آيو سين نبين جو سردار ٿي.

آدم جو اولاد نہ آهيون بلڪ آدم اسان جو ڄايو آهي. جيئن بلاشاهہ چيو تيئن پين بہ ڪيترن صوفين ۽ الله جي عاشقن بہ آلاپيو. چيزل سائين فرمائين ٿا تہ:

ڪون اسان نون لوڪ سمجهاوي؟
اسين آدم دي اولاد نہ ڄائي.
ڪا ڻ تماشي هتڙي آيم
مت نہ ڪنهن دا نہ ڪوئي ڄايم
سير سلطاني حقيقي پايم
خيال ڳيا لنگهہ سفر سجائي.

عشق واليان نون هادي هدايت
راھ رهبر سچ ڏسي هي وحدت
ٻيا کون، کريسي سانون نصيحت
چيزل نعرا نينهن وڄائي.

شعر ۾ عارفن هڪ ته اعليٰ اُڏام ڪندي اُهي خيال ظاهر ڪيا آهن، جن جي خبر به اهڙن عارفن کي ئي آهي. ٻيو ته زبان جو فرق به نه رکيو اٿن. چا سرائڪي چا سنڌي هندي ۽ اردو، هنن ته اُڏام ئي ڪئي آهي. بلند پرواز ۾ آهن. سائين چيزل شاه وٽ به اُها بلند پرواز آهي:

تيري عجب اسرار کا، مجھ کو هئا کيسي خبر،
هم هون هردم درد سي ديوان او در بدر.
گلي گلي ۾ گول کرکي
يار ايوسي نظر،
ديدار ميري دل کو لٽيا
ڦر آوي کيوين صبر.
بره کي بازار ۾
سودا کيا هي سر بسر،
العشق نار الله سي
جل گيا جانون جگر.

مطلب ته الله جي عاشقن جي زبان پنهنجي، انهن جو بيان پنهنجو. هن زبان ۽ بيان جو اثر به دل وارن تي ٿيو. دکي خلق ڏانهن رجوع ٿي ۽ سک جو ساهه کنيائون. رسالو بحر العشق (سائين رکيل) ۽ رسالو بحر العميق (سائين چيزل) درد درياءَ آهن. عشق جي عميق بحر جا واقف سچي اسرار کي سمجهن ٿا. هڪ ڀيرو وري بحرالعميق سک وارن لاءِ ميسر ٿيو آهي.

والسلام

**ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو**

١٩٤ شهريار منزل،
شاهه لطيف روڊ
بدين سنڌ.

# اتم ادب جو ڪارج

ادب کي زندگي کان ڪڍهن ٻه ڌار ڪري نٿو سگهجي. ڇو ته ادب زندگيءَ جو اهڙو سچو سينگار آهي جنهن سان زندگيءَ جي اڻتر ۽ اصولي مسئلن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ آگهي حاصل ٿئي ٿي. جيڪو اڻ ٽيڙو آهي.سندر ناهي ۽ سک ۽ سلامتي جي ڄاڻ نٿو ڏي اهو ڪنهن ٻه طرح ساهت ناهي، ڪلا ناهي. ڪلا ۽ ساهت اها سڦلي ڇٽبي جنهن ۾ قومي ۽ سماجي مسئلن کي اوليت ۽ اهميت ڏنل هجي.

انسان جي مهانتا ۽ وڏائي آتما (روح) سمايل آدمي مڙئي مهربانيون ۽ بخششون ڪيس قدرت کان مليل آهن. انسان جو فرض ڪوجنا ۽ ڪوشش ڪرڻ آهي، جڏهن ڪو منش انهيءَ مقصد کي حاصل ڪري ٿو اهو ئي زندگيءَ جي سڦلتا ماڻي ٿو.

اسان جنهن منش جو وستار ڪري رهيا آهيون، اهو فطرت جي جوت جو هڪ ننڍڙو ترورو آهي. جنهن جو من سوچيندڙ آهي، جنهن ۾ قدرت جي ڳجهن ڀروڙڻ جي چاهنا آهي ۽ جيڪو پنهنجو آئيندو سڃي ۽ رٿي سگهي ٿو. اصل ڳالهه اها ته حياتي جي ورقن تي ويچارڻ، پر ماتما جي سندرتا پکيڙڻ وارن گياني سنتن جي چاهت جو ٻوٽو سندس وشواس ۾ سمايل آهي. اها سڀاڄهڙي شخصيت جيڪب آباد جي رهواسي فتح چند ڪنيالعل ڪارڙا جي آهي جنهن جي ويساهه جي واڳ سندس روحاني مرشد (گرو) سيد رڪيل شاهه ۽ سندس فرزند سيد چيزل شاهه جي پوتر هٿن ۾ آهي. سندس نالي جو ڇيد ڪبو ته سڌو سنئون واسطو درگاهه فتح پور شريف سان نظر ايندو، اهوئي ڪارڻ آهي جو فتح چند سدائين فتح پور درگاهه سان واڳيل رهيو.

سندس ڏاڏو سرڳواسي دانومل انهي سچي دربار جو چيلو هو. سائين جن جي صحبت ۾ رهي هن تصوف جي تعليم ورتي. فتح چند جي ٻالڪپڻي ۾ روحاني پرورش سندس ڏاڏي داني مل ڪئي، هو سندس اتما ۾ ذهن جي پٽي تي هر هر اهي گفتا اڻڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته "بابا ڪرمن جي گتي نياري اهي، هي جڳ جو چڪر پيو گهاٽي جيان ڦرندو، سنها ته پيا پيسجن پر سوايا بچيو وڃن ٿا، نيٺ هڪ ڏينهن سوايا ۽ تونگر به نيچو ڏسندا. سڪتا ڪنگر پيا پرجن ۽ پريل سڪتا ٿيو وڃن. ڪڏهن راجائون پيا پينو ٿين ته ڪڏهن بيڪاري پيا بادشاهه ٿيڻن. ڪٿي سورن جو سنسار آهي ته ڪٿي سکن جون سيجون وڇايل آهن ڪڏهن ڏينهن آهي ته ڪڏهن رات انهي کي ڪرمن جو چڪر چئجي ٿو. انهي ڳوڙهي ڳجهارت کي سائين چيزل هيئن سلجهايو آهي پڻ".

ڳولا ڪرج ڳجهه ۾، رکج طلب تمام،
ماري نفي نفس کي، ڇڏ وڃائج پاڻ،
جاچي ڏس جيءَ اندر ۾، سارو ٿي سبحان،
چيزل پوئي تون چاڻ،تهر جاءِ حاضر هڪ ٿي.

ڏاڏي داني مل جي انهي طريقي واري تعليم فتح چند جي جيءَ ۾ رچي ويئي آهي. ڪاروبار هجي يا سماجي ڪم ڪار، ڌرمي ڪم هجن يا ساهت ۽ صحافت هجي، هر هنڌ سندس سوچ ۾ اتاهه پيار، پهنجائپ، کهل ۽ کهڪاءُ رهي ٿو.

اتم ادب جا رچيندڙ حق پرست ٿين ٿا ۽ هر هنڌ سچ کي ڦهلائي پلائي جي پرچار ڪن ٿا. اسان جي صوفين ۽ سنتن سدائين سچ ۽ پيار جي پرچار پئي ڪئي آهي، سائين رڪيل شاهه ۽ سائين چيزل شاهه به ساڳي ئي ڏارا جا به وهڪرا آهن. انهن جي فڪر کي عام ڪرڻ اتساهت وارو ڪم آهي. فتح چند ڳاڙڙا ٻنهي صوفي بزرگ جي ڪلام جي ڦهلاءَ لاءِ، عقيدي جو اظهار سندس ڪلام کي ڇپائي ڪيو آهي.

فتح چند هڪ سچو پريمي ۽ شيواداري منش آهي. اسڪول ۾ اسڪائوٽنگ کان شروع ڪيل سماجي ڪم، ۱۹۸۳ع ۾ نوجوان سماج سنگت جي جوڙ جڪ تائين پهتو. ان تنظيم جي سهڪار سان شيوا ڪلينڪ قائم ڪئي ويئي جيڪا اڄ سوڏو بنا ڀيد ڀاءُ جي هندو مسلم جي شيوا پئي ڪري. اخبار نويسي اختيار ڪري روزانه عوامي آواز ذريعي ضلعي جي عوام جا مسئلا سلجهائڻ لاءِ جتن ڪندو رهي ٿو.

جيڪب آباد جي يونين آف جرنلسٽس جو سال ۱۹۹۶ع ۽ ۱۹۹۷ع لاءِ ٻه دفعا صدر چونڊجي، پريس جي آزادي ۽ پريس نمائندن جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي.

اخباري پتر لکڻ سان گڏ سائين رکيل شاه بادشاه جي ڪلام کي بحر العشق جي نالي سان نئين سر سموهي، ڪجھ واڌارن سان پنهنجي هٿان ڇپرايو اٿس ۽ گڏوگڏ سائين چيزل شاه جي ڪلامي مجمومي بحرالعميق کي هڪ دفعو سال ۱۹۸۷ ۾ ڇپرايو هئائين ۽ هينئر ٻيهر انهيءَ مجموعي کي ڪجھ ترتيبي تبديلين سان ڇاپي هيٺ آڻي رهيو آهي.

اها سندس فڪري عقيدت، انڀ ڳٽيا گڻ ۽ شيوا جي سڳند هر سنڌ واسي صوفي، توڙي صوفيانه شاعري سان انس رکندڙ انسان سدائين ماڻيندا رهندا.

منهنجو ويساه آهي ته چيزل سائين جي ڪلام جي بدولت فتح چند ڪنيا لعل وڏيڪ سويا ماڻيندو ۽ مان پائيندو.

العابده، غريب آباد
جيڪب آباد
1-3-2001

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو

# حالات زندگي

## الف خاندان:

مرشد ڪامل، سلطان العارفين مجدد امام سخي دوران حضرت سائين چيزل شاهه صوفي القادري رحمت الله عليه جو دود مان عاليه حسيني علوي هاشمي آهي، حضرت امام علي رضا عليه الصلواة و سلام سان سلسلو ۽ نسب هجڻ سبب رضوي پڻ آهي.

سلسلو ۽ شجره بحره العشق جي حوالي مطابق هن ريت آهي:

حضرت سائين چيزل شاهه (عزيز شاهه) بن سيد رڪيل شاهه بن سيد نور محمد شاهه بن سيد رڪيل شاهه بن سيد عزيز الله شاهه بن سيد اول شاهه، بن سيد ولي شاهه، بن سيد محمد بقا شاهه، بن سيد رستم شاهه، بن سيد اول شاهه، بن سيد عبدالنبي شاهه، بن سيد اول شاهه، بن سيد رستم شاهه، بن سيد ولي شاهه بن سيد رستم شاهه، بن سيد عبدالنبي شاهه بن سيد سليمان شاهه، بن سيد لاشار شاهه، بن سيد حامد شاهه، بن سيد جان نثار شاهه، بن سيد عبدالنبي شاهه، بن سيد ننگر شاهه، بن سيد عارب شاهه، بن سيد طاهر شاهه، بن سيد ننگر شاهه، بن سيد حسين شاهه، بن سيد حيات شاهه، بن سيد حسين شاهه، بن سيد بائث شاهه، بن سيد حسين شاهه، بن سيد عبدالولي شاهه، بن سيد عبدالحميد شاهه، بن سيد فريد شاهه، بن سيد عبدالله شاهه، بن سيد جنيد شاهه، بن نظام الدين شاهه، بن سيد محمد شاهه، بن سيد قاسم شاهه، بن سيد عبدالحميد شاهه، بن سيد علي شاهه، بن سيد يونس شاهه، بن سيد اسحاق شاهه، بن سيد عالم شاهه، بن سيد جعفر شاهه، بن سيد عقيل شاهه، بن سيد موسيٰ شاهه، بن سيد محمد تقي شاهه، بن سيد علي نقي شاهه، بن سيد امام علي رضا شاهه، بن

امام موسيٰ ڪاظم بن سيد امام جعفر صادق، بن امام محمد باقر، بن امام زين العابدين، بن حسين عليہ السلام، بن يعسوب الدين امير المؤمنين علي ڪرم الله وجہ ولي و وصي رسول الله ﷺ.

### (ب) سڪونت آباءِ واجداد:

سائين چيزل شاھ جو وڏا عربستان، عراق، ايران مان هجرت ڪري بلوچستان جهڙي گرم ۽ وارياسي علائقي ۾ آباد ٿيا، سندس رهائش جو هنڌ فتح پور آهي، سائين جن جي ڏاڏنگ مان سيد عبدالنبي "سوا ڪيسري" وارو ولي صاحب ولايت هو ۽ بزرگ سلطان العارفين روضي ڌڻي رکيل شاھ نوراني عشق، حقيقت سان رڱيل ۽ فيض رسان مشهور ۽ معروف آهن، وڌيڪ تفصلي احوال بحرالعشق ۾ مرقوم آهي.

### (ت) ولادت باسعادت:

حضرت چيزل شاھ صاحب جمعي جي رات ماھ جمادي الثاني ١٣٣٢هجري سن ۾ مرشد ڪامل سائين رکيل شاھ جي گهر فتح پور شريف ۾ تولد ٿيا، يعني رب القدوس هن علائقي تي پنهنجو لطف و رحمت جي برسات جاري رکي.

هڪڙي ڏينهن والده ماجده ڪيس وهنجاري سينگاري پينگهي ۾ سمهاري ڪيس لوڏڻ لڳي، اوچتو سائين چيزل شاھ جي سِر مبارڪ سان لڳ ڪارو نانگ ڏٺو، بي بي سائڻ خوف کان روضي ڌڻي سائين رکيل شاھ وٽ ويئي سائين رکيل شاھ عبادت الاهي ۾ مصروف هئا، بي بي صاحبہ سڄي حقيقت واضح ڪئي. ان تي سلطان العاشقين فرمايو تہ، اهو نانگ نہ آهي بلڪ اهو عشق جو تاج آهي، ڪوبہ خوف نہ ڪر، وڃي پيهر ڏس. بي بي سائڻ حضرت چيزل شاھ جا وار مبارڪ ڪاري نانگ وانگر دراز ڏٺا.

هڪڙي ڏينهن سائين چيزل شاھ ٻارن سان راند ڪري رهيو هو تہ، ڪيس هڪ مجذوب ساوڻ فقير ڏسي فرمايو تہ: بلند اختر شهزادو دنيا جي درويشن جو امام ٿيندا ۽ ٻارن کي چيائين تہ، هن سان نہ




## رستہ نقل مکاني

۱- مکہ ۽ مدينہ ——— عربستان (سعودي عرب)
۲- نجف ——— عراق
۳- کاظمين ——— عراق
۴- مشھد ——— ايران
۵- فتح پور ——— بلوچستان

عراق
ايران
بلوچستان

وڙهجو. ان تي اتي بيٺل عام ماڻهن چيو ت، چريا هي ٻار آهن. ڪڏهن وڙهندا، ت ڪڏهن کيڏندا. ان تي ساوڻ مجذوب چيو ت، هي شهزادو دنيا جي عاشقن جو امام مجدد آهي، ان سان ٻار ڇو وڙهن؟ سائين جن جو حليه مبارڪ هن ريت آهي:

(۱) رنگ گندمي، ڪشاده پيشاني

(۲) ڪارا ڊگها چمڪدار وار

(۳) سياه ابرو هلال وانگر

(۴) ٻاجهاريون وڏيون چمڪدار ۽ تابدا چشم

(۵) نڪ نوڪدار

(٦) شهپر گهاٽا مگر سنت، نبوي موجب، موزون سونهاري ڏاڙهي مٺ برابر

(۷) پير، لڪ دار

(۸) قد ۾ قداور ۽ موزون قامت

(نوٽ) محفل سماع دوران سائين مالڪن جي حليه مبارڪ لاءِ هي چوڻ لازمي ٿئي ٿو ت، هر گهڙي هر ساعت چهري مبارڪ جي ڪيفيت نياري نياري رهندي هئي.

## (ث) تعليم و تربيت ۽ شادي مبارڪ

فرمان آهي ت، و علمنامن الدنيٰ علماموں ڪان انهن کي علم عطا ٿيل آهي، روز ازل کان عاشقن کي معرفت علم لدني حاصل آهي، مگر دنيا جي ظاهري دستور مطابق حضرت چيزل شاه کي سائين رکيل شاه قرآن پاڪ جي تعليم وٺڻ لاءِ پير سيد رسول بخش شاه جن وٽ ويهاريو. جڏهن درس قرآن پاڪ جي ابتدا ٿي ت مرشد ڪامل راند روند ترڪ ڪري ڇڏي. درس قرآن پاڪ کان فارغ ٿي، سائين سلطان العارفين جي حضور ۾ پهچي، اتي رهندا هئا. جتي ڪيس روحاني تعليم ب ملندي رهي، پاڻ عربي، فارسي ۽ اردو جي ظاهري تعليم سان سينگارجي ويا. ديني دنيوي ۽ روحاني علم سان رڱجي ريٽا ٿي ويا.

جڏهن سائين جن جي عمر چوڏنهن سال ٿي، انوقت سنت نبوي موجب، بمطابق، شريعت محمدي شادي مبارڪ ڪيائون، سندن شادي ڏاڏنگ مان ٿي. ٻي شادي جيڪب آباد جي بخاري ساداتن مان ٿي، جنهن مان ڪين پٽ جو اولاد ڪونہ ٿيو.

## (ڄ) بيعت ۽ طريقت

مرشد ڪامل سائين چيزل شاھ ايڪويھ سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد محترم جي هٿ تي بيعت ڪري صوفي القادري مسلڪ ۾ شامل ٿيا.

ظاهري دنيا وارن لاءِ مرشد جو هجڻ ضروري آهي. هڪ حديث آهي تہ: من لاشيخ لہ فاشيخ هو الشيطان" جنهن کي مرشد نہ آهي انهي جو مرشد شيطان آهي.

اگرچہ عاشقن کي راھ ۽ رسم، جي خبر ازل کان آهي، تاهم ظاهري راھ عشق لاءِ رهبر جي ضرورت آهي. جيئن اتباع، انڪسار، خضوع ۽ خشوع جي ذريعي منزل، حق ڏانهن راغب ٿئي، طالبن کي انهيءَ رمز مان گذرڻ ضروري آهي. مرشد ڪامل ئي پنهنجي مريد کي ورد و ظائف ڏئي جي تڪميل لاءِ آماده ڪندو آهي. ان طرح طريقت جي ذريعي ئي معرفت کي پهچبو آهي.

اهل تصوف وٽ پنج ڏاڪا هوندا آهن، جن جي ذريعي عاشق و اصل بالله ٿين ٿا.

(١) شريعت: يعني اسلامي ارڪان ۽ عقائد جي پختگي

(٢) طريقت: يعني مرشد حق جي اتباع

(٣) معرفت: يعني رسول مقبول تائين رسائي ۽ خدا جي ساڃاھ ۽ ڪل ڄاڻ ملي.

. سائين چيزل شاھ جي نظريہ ۾ حقيقت تائين پهچڻ کان پوءِ معرفت حاصل ٿئي ٿي.

(٤) حقيقت: يعني الله تبارڪ و تعاليٰ جي ڄاڻ ۽ پاڻ ۾ پرتو پسڻ.

(٥) بقاءِ دوام: يعني خدا جي ذات ۾ گم ٿي وحدت ۾ وحدت ٿيڻ.

( نوٽ: ڇڻن مقامن کان پوءِ حقيقت دوام آهي ڪثرت مان ڦري وحدت ۾ گم ٿي، واحد ٿيڻ آهي.)

پهرين ذاڪي جي صرت ۾ عبادات، تذڪير ۽ تهليل جون سڀ راهون سر ڪرڻيون آهن. هن ۾ امرو نواحي کي اهميت آهي. مثلاً:

(١) وما اتاڪم الرسول فخذوه و مانهيٰ ڪم عنہ فانتهو.

(۽ جيڪو توهان کي رسول ڏئي، ان کي وٺو ۽ جنهن کان توهان کي روڪي تہ پوءِ رڪجي وڃو.)

(٢) ومن يطع الرسول فقد اطاع الله

(۽ جنهن رسول جي تابعداري ڪئي، تنهن الله جي تابعداري ڪئي.)

(٣) واطيعو الله واطيعو الرسول

(۽ خدا جي تابعداري ڪريو ۽ رسول جي تابعداري ڪريو.)

(٤) فلا و ربڪ لايو منون حتيٰ يحڪوڪ.

(پوءِ قسم آهي تنهنجي رب جو اهو تيسين مومن نہ آهي، جيسين توکي (حضور اڪرم) حاڪم نہ مڃي.

ان وقت ئي طريقت ۽ رياضت ۽ مجاهدن جي ضرورت ٿئي ٿي، طريقت جي ذريعي ٿئين ذاڪي تائين پهچي ٿو، ٿئين ذاڪي کان پوءِ چوٿين ذاڪي جي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي.

معرفت جي ذريعي معلوم ٿئي ٿو تہ، هستي رسول مقبول ڇا آهي، مثلاً:

(١) لولاڪ لما خلقت الافلاڪ

(جيڪڏهن تو کي (محمد ﷺ) پيدا نہ ڪريان ها تہ دنيا کي پيدا نہ ڪريان ها.

انا ارسلناڪ بالحق بشيرا و نذيرا

(اسان توکي حق سان بشارت ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو.)

انا من نور الله و خلق ڪلهم من نوري

(مان الله جي نور مان آهيان ۽ ڪل مخلوق منهنجي نور مان آهي.)

اول مان خلق الله من نوري
(پهريان الله تعاليٰ منهنجو نور پيدا ڪيو.)

## مجاهدات

حضرت سائين چيزل شاھ پنهنجي مرشد نوراني جي حڪم سان مجاهدات ۽ رياضت ۾ هم تن مصروف رهندا هئا. ڇو تہ طريقت ۾ هي ٻگالهيون گهڻي اهميت جون حامل آهن.

فان مع العسريسرا ان مع العسريسرا
(تحقيق سختي سان آساني، تحقيق آساني سان آهنج آهي.)
موتوا قبل ان تموتوا.
(مرو مرڻ کان اڳ)
يمشي علي الراس بدون القدم
(پيرن جي بجاءِ مٿي پر هلڻو آهي.)
انهيءَ کان سواءِ هيٺين ريت ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي:
الحياة الدنيا الامتاع الغرور
(دنيا جي زندگي تڪبر ۽ وڏائي جو سامان آهي.)
توڪل علي الله ان الله يحب المتوڪلين
(الله تي ڀروسو رکو، تحقيق الله تعاليٰ توڪل ڪندڙن سان محبت ڪري ٿو.)

هڪ دفعي سائين پاڻ مجاهده ۾ مستغرق ٿي ويا. ڪيترا ڏينهن لنگهي ويا، امان سائڻ کي خيال ٿي پيو وڃي روضي ڌڻي کان حقيقت ڄاڻن جي ڪوشش ڪئي، روضي ڌڻي فقير فيض محمد کي چيو تہ شهزادي کي ڏس، صحبت ڪري چويس جو هو ڪاهي پيو آهي. مچ ۾ عشق مولا جو باھ آهي، هڪ مچ مان لنگهي ٻئي ۾ ٽپي پيو، مٿان مچ ڪيس ساڙي ڇڏي. عربي ۾ مقولو:

العشق ناريحرق ڪل شيءِ ما سوا الله
عشق باھ آهي سڀ کي ساڙي ٿو، سواءِ الله جي.

فقير فيض محمد سائين جن وٽ پهچي حق موجود چئي ويهي

رهيو. پر پاڻ استغراق ۾ مست ۽ محو رهيا. آخر فقير واپس ٿي روضي ڌڻي وٽ عشاءَ جي وقت حاضر ٿيو. جڏهن سماع جو رهاڻ شروع ٿيڻ واري هئي ته ٻه پاڻ سائين جن روضي ڌڻي جي اڳو حاضر ٿيا. روضي ڌڻي فقير کان خبر معلوم ڪئي، جنهن جواباً عرض ڪيو ته، "قبلا سائينجن جي فرمان موجب اتي ويس، پر هتي عشق جو غلبو ۽ مستي حال آهن، ڪنهن صحبت جي ضرورت ڪونه آهي. مان ويهي ويهي موٽي آيس پاڻ واجهائي ٻه نه ڏنائون. روضي ڌڻي فرمايو ته، سڀاڻي مان پاڻ ويندس. ٻئي ڏينهن حضرت سائين نوراني جن پاڻ فقيري ڪاڏو ڪٽي وٽس ويا، جڏهن سائين چيزل شاه مرشد نوراني رکيل شاه صاحب کي ايندو ڏٺو، هٿ ادب جا ٻڌي جهڪي بيهي رهيا، پاڻ سائين رکيل شاه ويٺو ته سائين چيزل شاه ادب کان گوڏا پيچي ويٺو. روضي ڌڻي هدايت ڪندا ۽ سمجهائيندا رهيا، سائين جن ڌيان سان ويٺي ٻڌو، ڪجھ وقت جي ڪچهري کان پوءِ سائين جن شهنشاه نوراني سان گڏجي خير سان گهر روانا ٿيا.

ان وقت هم اوست ۾ داخل ٿي ٿئون ٻول دهرايائون:

دور هے يارو ديس همارا كهاں عجب سے آيا هے
واه واه سيراسی هے جگ کا کس نے آپ بنايا هے
ظاهر اپنا نام دهراکر عابد لوگ سڈايا هے
'چيزل' ميری ذات نه کائی ناتو کسی کا جايا هے۔

بي بي سائڻ شهنشاه کان خبر پڇڻ آئي ته کيس شهنشاه فرمايو ته، تون چوين ٿي ته منهنجو پٽ آهي، مان دعويٰ ڪريان ٿو ته منهنجو پٽ، پر پاڻ چيزل شاه چوي ٿو ته، مان ڪنهنجو ڄايو نه آهيان، پاڻ سائين چيزل شاه ايتري ته رياضت ۽ مجاهده ڪيو. شهنشاه راضي ٿي کيس هر راز اسرار غيبي خزانن جو مالڪ بڻائي ڇڏيو آهي.

رياضت ۽ مجاهدي دوران عجب عجب ڪرشما نمودار ٿيا، جو حقيقت، معرفت کان لنگهي وڃي بقا بالله کي رسيا.

### (خ) همہ از اوست ۽ همہ اوست

### فرهنگ: وحدت مان ڪثرت ۽ ڪثرت ۾ وحدت.

مجاهدات جي دوران عجيب و غريب عجائبات ڏسڻ ۾ اچن ٿا، حال ۾ مستي ۽ خودي اجاگر ٿئي ٿي. اهڙي ريت سائين چيزل شاھ جن عجائب ۽ مظاهر، قدرت ۾ وحدت ڏٺي، يعني ڪثرت مان وحدت مان ڪثرت جتي دوئي جا پردا چاڪ ٿي ويا.

پاڻ فرمائن ٿا ت:

اپنی مہر مولا سے معراج کیا....

مطلب ت خدا خود اسم جو اولو بشري پهري اثبات ۾ آيو ۽ معراج ڪري، ارتقا جو مقصد سمجهايو. (عملي طريقي سان)

در درونی جسم کي هیں بادشاهی میں کیا؟

بادشاهی کچھ نہیں، هم خود خدائی میں کیا؟

مطلب ت سائين چيزل شاھ چوي ٿو ت، مان پنهنجي جسم اندر راز پاتم، ظاهري بادشاهي ڪجھ ب ن آهي. بلڪ مان جو ڪجھ ڪيو، اهو خدا بڻجي ڪيو، چو ت مان خود خدا آهيان. انهي ڪان سواءِ وحدت ڪل جا گهڻا راز مختلف ڪلامن ۾ واضح فرمايا آهن:

### (و) وصال:

حديث: الا ان اولياءَ الله لايموتون بل ينقلبون من الدار الي الدار:

اولياءَ الله مرن ن ٿا، بلڪ هڪ جڳھ ڪان ٻي جڳھ ڏانهن منتقل ٿي وڃن ٿا.

١٦ مئي ١٩٨٤ع اربع ڏينهن شام جو ٨ وڳي بمطابق سن١۴٠۴هجري بروز اربع، تاريخ ١٥ ماھ شعبان تي هن جهان مان برقعو مٽايو ۽ دارالبقا ڏانهن روانا ٿيا. (قالوا اناالله وانا اليہ راجعون. رضينا بقضا الله) پاڻ سائين جن ڪل ٻاهتر ورهيہ اولي بشري ۾ رهي درس حقيقت ڏنو ۽ طالبن جي تاس اجهائي، راھ محبت ۾ شهيد ٿي

شهادت جو سبق پنهنجي طالبن کي سيکارڻ ۾ وقت گذاريائون. "بمصداق، من مات في حب الله فقد مات شهيد" يعني جو شخص محبت الاهي ۾ مري ويو اهو فوتي شهيد آهي.

### (هه) رهڻي کهڻي:

حضرت چيزل شاهه سادي زندگي بسر ڪندا هئا، ننڍن ۽ وڏن سان عزت سان هلندا هئا، ڪوبه ماڻهو وٽس ايندو ته ان کي بامراد ڪندا هئا. انهن ماڻهن جي عيب ۽ ثواب ڏي ڪونه نهاريندا هئا. پاڻ قرآن پاڪ جي فرمان "فاماالسائل فلا تنهر" "پوءِ سوالي کي ڇڙٻي نه ڏيو." جي مجسم تصوير هئا.

پاڻ فرمائيندا هئا ته، اهڙن طالب کي ڏسڻ سان ڊڄندا آهيون جيڪي سوالي کي ننڌا جهڻڪن.

سائين جن روزانه ٽي دفعا ڪچهري ڪندا هئا.

(١) صبح جو عام ماڻهن ۽ طالبن جا ڏک سور معلوم ڪرڻ ۽ انهن سان عام ڪچهري.

(٢) شام جو عام ماڻهن سان ڪچهري، مختصر فيصلن جا تصفيه ڪرڻ ۽ ڪچهري.

(٣) رات جو ماني کائڻ کان پوءِ فقيرن سان- ڪچهري ڪندا هئا. محفل سماع ٿيندي هئي، ان ۾ ويهي حقيقت جي رازن کي کولي سمجهائيندا هئا.

سندن مقولات هيٺين ريت آهي:

(١) "الشيخ في القوم کالنبي في الامت" جيئن نبي امت ۾ هوندو آهي، ان طرح مرشد پنهنجي قوم (مريدن) ۾ هوندو آهي. (ٻئي هدايت لاءِ هوندا آهن.)

(٢) ڏاڍو شوق شريعت سان رک.
ٻڌي توڪل طريقت تون سک
هل حقيقت ساڻ معرفت مطلب قلزم ڪاڻ
نانهه جو نڪتو سڃاڻ

(٣) فقيرن ۽ مسڪينن سان محبت ڪرڻ نبي جو ڪم آهي، انهن سان گڏ ويهڻ پرهيزگارن جو ڪم آهي.
(٤) غريب الله جو عيال آهي، انهن سان خنده پيشاني سان ملو ۽ عيب ۽ ثواب ڏي نہ نهاريو.
پوشاڪ هن ريت هوندي هئن:
ڏکهي پهراڻ مٿان گيڙو رنگ جو دستار مبارڪ، ڪڏهن سائي ۽ نيري دستار پائيندا هئا. اونهاري جي موسم ۾ پرت پريل ٽوپي پهريندا هئا. هٿ مبارڪ ۾ عصا (لٺ) رومال بہ جهليندا هئا، چيچ ۾ مندي پائيندا هئا، پيرن ۾ پرت پريل جتي پهريندا هئا، ڪڏهن بوٽ بہ پائيندا، اونهاري جا ٻہ مهينا جون ۽ جولاءِ ڪڏهن آگسٽ ۾ پنهنجي عيال، عزيز ۽ فقراءِ سميت ڪوئيٽا ۾ گذاريندا هئا. گهڻو عرصو درگاه فتح پور ۾ رهندا هئا. طالبن جي عرض موجب انهن جي ڳوٺن ۾ گهرن ۾ پيرَ گهمائي خوشيون ۽ روشنيون بخشيندا هئا.
خاص موقعن تي پنهنجي مرشد ڪامل پاران عطا ٿيل تاج پهريندا هئا.
هر سال حضرت شاه عنايت شهيد جهوڪ واري جي ميلي تي حاضري ضروري ڀريندا هئا.

### (ب) اولاد

سائين چيزل شاه کي الله تعاليٰ ٽن فرزندن سان نوازيو:

(١) سائين صادق علي شاه، جيڪي هن وقت سجاده نشين آهن، فقيرن کي هدايت ۽ رشد عطا ڪري رهيا آهن، ننگر ٻني سان مسڪينن فقيرن ۽ مسافرن کي ڏؤ ڪرائن ٿا. حضرت سائين جن وانگر معمول مطابق ڪچهريون ۽ ٻيا مقرره اصول اختيار ڪندا رهن ٿا.

(٢) سائين نياز حسين شاه عرف علي حيدر شاه.

(٣) سائين رڪيل شاه عرف علي اڪبر شاه.

ٽيئي فرزند پنهنجو مٽ پاڻ آهن، ڇا حُسن جمال ۾، قرب ڪمال ۾، سخا و عطا ۾ مروت ۽ محبت ۾، قال خواه حال ۾ ڪنهن لفظي تعريف جا محتاج نہ آهن.

(۱)

جناب سرور کائنات، فخر موجودات حضرت محمد ﷺ.

(۲)

حیدر کرار وصی رسول اللہ حضرت علی کرم اللہ وجہ علیہ السلام.

(۳)

شہید کربلا، امام الشہداءِ حضرت امام حسین علیہ السلام.

(۴)

سید الصابرین و امام العاشقین حضرت زیب العابدین علیہ السلام.

(۵)

امام پنجم، انوار پیہم امام حق حضرت محمد باقر علیہ السلام.

(۶)

روشن ضمیر حضرت امام جعفر صادق علیہ السلام (مدینہ)

(۷)

حضرت موسیٰ کاظم کاظمین شریف عراق.

(۸)

حضرت امام علی رضا مشہد مقدس ملک ایران.

(۹)

شیخ المشائخ حضرت معروف کرخی رحہ کرخ، ترکستان:

(۱۰)

سردار السالکین حضرت سری سقطی رحہ اصفہان، ایران.

(۱۱)

حضرت خواجہ جنید بغدادی رحہ، بغداد، عراق

(۱۲)

خواجہ شبلی ابوبکر رحہ مکہ معظمہ، عربستان.

(۱۳)

مخدوم ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزیز رحہ، شہر یمن، ملک یمن.

(۱۴)

حضرت ابوالفرح عبدالله طرطوسي طرطوس، مصر.

(۱۵)

ابوالحسن علي بن محمد يوسف قريشي هنڪاري رحہ، هنڪاري ترڪستان.

(۱٦)

مخدوم ابي سعيد بن علي مبارڪ مخرومي رحہ، مخزوم، مصر.

(۱۷)

حضرت پيران پير محي الدين عبدالقادر رحہ جيلاني، گيلان، عراق.
(هتان قادري طريقو شروع ٿئي ٿو.)

(۱۸)

حضرت سيد عبدالرزاق شاه رحہ، بغداد عراق.

(۱۹)

اڪمل اولاوليا حضرت شهاب الدين- ملڪ روم.

(۲۰)

حضرت محمد شاه بن احمد شاه رحہ- مڪ معظم عربستان،

(۲۱)

حضرت حسن شاه بغدادي- بغداد، عراق.

(۲۲)

حضرت محمد شاه بغدادي- بغداد، عراق.

(۲۳)

حضرت سيد علي شاه- شهر مدائن، ايران.

(۲۴)

حضرت سيد موسيٰ شاه- طهران، يران.

(۲۵)

حضرت سيد مير حسن شاه- سرحد، شام.

(۲٦)

سيد ابوالعباس احمد شاه بن مير حسن شاه سرحد، شام ۽ يمن.

(۲۷)

حضرت خواجہ بهاؤ الدين ابراهيم- شهر بخارا، ترکستان.

(۲۸)

ابوالفتح شمس الدين عرف شيخ شاهي- ملتان، پاڪستان.

(۲۹)

حضرت سيد عبدالمالڪ شاهہ- بيجاپور، ڏڪڻ هندستان.

(۳۰)

حضرت عنايت الله شاهہ، شاهہ عنايت شهيد جهوڪ سنڌ، ميران پور

(۳۱)

مخدوم سيد اسماعيل شاهہ ٺٽو، سنڌ، پاڪستان.

(۳۲)

مخدوم ابراهيم شاهہ ڊپ وارو جهوڪ، ميرانپور.

(۳۳)

مخدوم محمد زاهد شاهہ جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(۳۴)

حضرت فضل الله شاهہ قلندر، جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(۳۵)

حضرت خواجہ ابراهيم شاهہ، جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(۳۶)

حضرت خواجہ محمد شاهہ، جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(۳۷)

حضرت نوراني عبدالستار شاهہ، جهوڪ ميرانپور، سنڌ.

(۳۸)

حضرت پير رڪيل شاهہ، فتح پور، بلوچستان، پاڪستان.

(۳۹)

حضرت پير روشن ضمير مجدد و امام سيد چيزل شاهہ صاحب، فتح پور، بلوچستان.

صوفي القادري سيد صادق علي شاه صاحب
سجاده نشين درگاهه فتح پور بلوچستان.

## تعارف ڪلام

هڪ بي بصير، هڪ صاحب بصيرت ۽ اهل نظر جي ڪلام تي تبصرو ڪري ته انهيءَ صاحب بصيرت جي اوصاف حميده، ڪلام جميل جي مدحت جي ڪماحقه تعريف نه ٿي سگهي ٿي، تاهم ڪجهه نه ڪجهه نڪات جي وضاحت ڪرڻ سان وڌيڪ رازن کلڻ جو رستو هموار ٿي وڃي ٿو. ان استواريت لاءِ بنده سعي ڪري ٿو، اميد ته حسب نيت ڪم جي تڪميل لاءِ اجر دارين سان مملو ٿيندو. آمين ثم آمين.

سائين چيزل شاه جي ڪلام شيرين ۾ ڪافي خوبيون ۽ خصوصيتون آهن. جن مان هم اوست هم ازاوست سر- فهرست آهن، عجز و نياز ۽ طلب حق لاءِ واضح اشارا ۽ حڪم ملن ٿا، جيڪي متلاشي حق لاءِ رهنما ثابت ٿين ٿا.

## (الف) صنائع و بدائع

حضرت سائين چيزل شاه جو ڪلام اگرچه چند وديا تي آهي، تنهن هوندي به صنائع ۽ بدائع جون خوبيون موجود آهن.

**١- سلاست:** سائين جن جي ڪلام ۾ هر مقصد آسان نموني سان سلجهايل آهي، مثلاً:

١- چشمن سان تير هڻ، نيڻ ڪٺن
٢- دکن درد هزار، مليا سات سورن جا

**٢- بلاغت:** سائين جن جي ڪلام ۾ عام مفهوم وارن لفظن ۾ بلند خيالات جا آثار ملن ٿا.

۱- آيا سر تي سور عاشق
راتيان ڏينهان روڄ ۾ رڙ
۲- عاشق الف سان اڪڙيون اڙايون
بي جو پولو لاهيو تن

**۳- فصاحت:** سائين جن جي ڪلام ۾ هر مقصد چڱي طرح سمجهايل آهي.

۱- دم وبسارو دل ڪان ناهي
ياد هميشه يار ميان!
۲- اسم اعظم دا باب، اهو ئي
پير مغان ته پڙهايا هئه

**۴- صنعت تلميح:** سائين جن جي ڪلام ۾ تاريخي ۽ داستاني واقعات جي ذريعي معرفت حقيقي جا درس ڏنل آهن.

۱- دارا سڪندر در تنهنجي تي
نانگا گهمن ٿا نرالا
۲- سڪ منصوري مام سڃاڻي
سر سوريءَ تي نيزي چاڙهي

دارا ايران جو شهزادو هو. سڪندر، دنيا جو فاتح هو، اهي ٻه گداگر آهن مالڪ وٽ. اهڙي طرح هر دينوي لحاظ وارو امير خواه غريب مرشد وٽ گداگر آهن.

منصور حلاج هڪ همه صفت بزرگ هو، جنهن همه اوست ۽ همه ازوست جو نعرو هڻي عوام کي باخبر ڪيو.

**۵- صنعت، تجاهل، عارفانه:** اهڙي ڳالهه جيڪا چاتل سڃاتل هجي پر اڻ ڄاڻ بڻجي پڇجي ته ڇا آهي.

۱- اربع عناصر نام سڏائين،
ڪاڏهن آئين ڪاٿي ڄائين.

جيتوڻيڪ صاحب ڪمال ماڻهوءَ کي سڃاڻي ٿو، اهو ڪٿان

آيو ۽ ڪتي جائو، پر سمجهائڻ خاطر سوال پڇي مقصد کي واضح ڪرڻ گهري ٿو.

۲- ڪيئن مسافر ڪاڏهن آئين،

ڪاٿي آ تنهنجي اصلي جاءِ.

هن ۾ آمد جي جاءِ بابت ڳالهه پڇيل آهي، مگر ڪلام ۾ اڳتي هلي اصلي مڪان جي وضاحت ڪيل آهي.

**٦- صنعت حرفي تجنيس:** اهڙا لفظ جيڪي ساڳئي هڪ آواز سان شروع ٿين.

جيرا جوش جلايا

'ج' هر لفظ جي شروعات ۾ آهي.

۲- نازين نال نويا

**۷- استحاره:** 'ن' هر لفظ جي شروعات ۾ آهي.

سائين جي ڪلام ۾ عام ڳالهين کي مخصوص راز ڏانهن ييڻي مقصد سمجهايل آهي.

۱- ڏسي باهه مچ تون،

پتنگ وانگي پچ تون.

باهه مچ جو مقصد عشق الاهي آهي، پتنگ مان مراد عاشق حقيقي آهي، مگر استعاري طور مچ ۾ پتنگ ڪم آيل آهي.

۲- لهر ۾ لڙهندا ڪنڌي نه ڪائي،

توڪل ترهي تاريو آ.

لهر گردش دنيا جي، ڪنڌي آرام جي جاءِ ترهو ڪاٺي جو تختو ۽ سهارو، اهي سڀ شيون سمنڊ سان لاڳاپو رکن ٿيون، مگر عاشق انهن کي دنيا جي صفتن سان ييڻي پنهنجي حبيب کي ٻڌائي ٿو ته، توڪل ۽ تنهنجي محبت جي باعث عاشق حقيقت کي پهچي ويو آهي.

**٨- ڪنايه:** اهڙي لفظي معنيٰ جيڪا هوبهو نه هجي، مگر ڪنهن خوبي سبب استعمال ڪري ٻئي شيءِ سان ڀيٽجي.

١- مشرگان مارن تير تفنگي،
ابرو نين اڙاون جنگي.

مشرگان ظاهري طور ڪمان ناهن، مگر ڪنايه طور ڪمان جي مفهوم ۾ لکيل آهن.
ابرو ۽ نيڻ جنگجو نه آهن، مگر تمثيل طور جنگجو ڄاڻايل آهن.

**٩- صنعت تضاد يا مطابقت:** اهڙو ڪلام جنهن ۾ متضاد لفظ ٻه هجن ته پاڻ ۾ مطابقت به رکن.

١- ڪل پوندي ڪين مون،
ته نفي مان اثبات.

نفي جو ضد اثبات، پر ٻئي هڪ ٻي سان نسبت رکن ٿا.
٢- تي شتاب شمع تي، پتنگ جان پڇاوين. شمع ۽ پتنگ هڪ ٻئي جا ضد آهن، مگر پاڻ ۾ محبت جي ڪري نسبت رکن ٿا.

**١٠- اصطلاح:** اهڙا لفظن جا ميڙ جيڪي ڪن واقعن جي حقيقت سان تعلق رکي ٻئي معنيٰ به ٻڌائين.

١- سچو سنڌرو ٻڌم ساهي،
راضي آهيان تنهنجي راز تي.

سنڌرو ٻڌڻ تيار ٿي ڪم شروع ڪرڻ (اصطلاح)

٢- سور سيئي پاتم جهولي،
ماءُ ڏکان دي ڏتڙم لولي.

سور جهولي جهلڻ ڏکن جي لولي اصطلاح آهن.

**١١- ملمع:** ڪلام ۾ ثابتي لاءِ قرآن پاڪ مان حوالا درج ڪيل آهن.

قم باذني قول کها کر

"قم باذني" منهنجي اجازت سان اٿ عربي فرمان آهي، جيکو حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن منسوب آهي. فاذکروني اذکرکم، پري ناهين توکان وار ميان "فاذکروني اذکر کم" تون مون کي ياد کر، مان توکي ياد کريان، هر هک مومن کي امر کيل آهي.

**١٢- صنعت تضمين:** کلام يقيني بنائڻ لاءِ قرآن پاک کان ضامن آيت پيش کري ٿو.

١- وهي يتوکل صلي الله فهو حسبہ
٢- هذا ايحبونهم في الظلمات.
٣- من ذالذي يشفع عنده الا باذن.
٤- ان الذين آمنوا

سائين جن جي کلام ۾ ٻيون ٻہ گهٽيون صنعتون موجود آهن، مگر طوالت سبب اختتام کجي ٿو.

## (ب) صوفيانہ رنگ

سائين جن جي کلام ۾ عجز و نياز ٻہ آهي، تہ سرمستي بہ موجود آهي. سائين چيزل شاھ جن جنهن ماحول ۾ پلي جوان ٿيا، اُهو ماحولُ ئي روحاني هو، يعني ڄمندي ڄام هئا. سندن کلام ۾ روح ۽ ربَ جي وچ ۾ يکرنگي جو نعرو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. کثرت ۽ وحدت مان کثرت* جي مام ملي ٿي.

١- بيرنگ برقعو پائي
آيو آدم هت اظهار ٿي.

٢- بيرنگ برقعو بشريٰ پاتم،
سپ چيزل سينگار.

٣ـ قلندر لعل اپنے سے، جلالی ھوں جلالی ھوں
نشا وحدت خمر پیئا، موالی ھوں موالی ھوں

سائين جن جي ڪلام ۾ سچل سرمست واري سرمستي آهي ته وري شاھ ڀٽائي واري عجز و انڪساري به ڪثرت سان ملي ٿي.

## (الف) سرمستيءَ وارا ڪلام ۽ سائين چيزل شاھ

### سچل سرمست

١ـ صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو.

٢ـ سچل آءٌ تان ناهيان، پوءِ ساري سڌ پيام ٿو پاڻ ٻاروچو ٻول.

### سائين چيزل شاھ:

١ـ چيزل عين الله جو آهي، ڪونهي ڪوڙ خلاف

٢ـ شغل شهانا، پائي ڳل ڳچي ڳانا
ڪري ڪير معنيٰ، چيزل ڳالهايو.

٣ـ فيئون فثمه الله، وجه حق تجلا
هر جاءِ نور الله، نظر سان نياز

### شاھ ڀٽائي:

١ـ پنهون هيس پاڻ، سسئي تان سور هئا

٢ـ سو هي، سو هو سو اجل، سو الله
سو پرين جو پساھ، سو ويري سو واهرو.

### سامي صاحب جو سلوڪ:

ڪوجي لڌو ڪوج، پرچي پريم نگر جو،
ٻڌئين ٻانيڻ چوي، تنهن ۾ سهج سروج،
هردئي منجھ هر وج، درسن ڪري دوست جو.

سائين چيزل شاھ جي ڪلام ۾ طلب ۽ تات جاري رکڻ لاءِ

هينيان ڪلام ملن ٿا:

۱- آڏوتي الف ڪان واندا ڪين وهن

۲- ماري نفي نفس کي ڇڏ وڃائج ’پاڻ

۳- راتيان ڏينهان رڙي، وڃي هادي سان هو رسيا

**ڪنبير پيگٽ چوي ٿو:**

۱- بن پيا جئا ترسي
ڪالي بدريا مورا جئا ڏلائي

۲- ميرا پيارا پيا پرديس
اب تو نہ رهيو جاءِ نہ ديس

**مولانا رومي:**

هر ڪجا تو با مني من خوشدلم
ور بود درقعر گوري منزلم

۱-
من ۾ يار جي جلوي بابت رومي جو ڪلام سائين شاهہ جي ڪلام[۲] جي تشريح آهي.

۳- تو مڪاني اصل در لامڪان،
اين دڪان بربند و بکشان آ دڪان.

**سائين چيزل شاهہ**

جاچي ڏس جيءَ اندر ۾ سارو ٿي سبحان،
[۱] چيزل سمجهہ پوئي تون جاڻ هر جاءِ حاضر هڪ ٿي.

**سائين[۲] ’چيزل‘ شاهہ جي ڪلام ۾ رندي، سر مستي**
سيرت نگاري، فطرت نگاري، طلب حق لاءِ قرباني، محبت لاءِ سر جي بازي، درس انسانيت جا گهڻا آثار ملن ٿا.
سندس ڪلام عجز ۽ نياز بابت پاڻ کي ڪڏهن سسئي سان، ڪڏهن هير سان ۽ ڪڏهن مارئي سان ڀيٽي ٿو. ڪڏهن طمع

تياڳڻ، نفس کي مارڻ لاءِ آڏوتي، سامي، جوڳي ۽ فقيرن سان پيٺي محنت جاري رکڻ جو درس ڏئي ٿو.

سندس ڪلام ۾ دوئي، غيريت کي مذمت ڪيل آهي، هميشه وحدتِ وارو پيالو آهي، جنهن ۾ محبت، عشق پيار آهي، ان جو آسائتو آهي.

سائين چيزل شاهه ڪٿي وري منصور، سرمد، شاه عنايت، سچل فقير، روحل فقير، سائين رکيل شاه وانگر دم هڻي ٿو، ته ڪٿي شاه پٽائي، ڪبير ڀڳت، گرونانڪ، سامي وانگر عجز ۽ نياز جو پتلو بنجي وڃي ٿو. ڪٿي رومي، جامي ۽ سعدي وانگر طالب ٿي زندگي گذارڻ جو درس ڏئي ٿو، ڪٿي حضرت جنيد، بايزيد بسطامي، امام معروف ڪرخي وانگر رياضت الاهي ۾ مصروف رهڻ لاءِ درس ڏئي ٿو ڪٿي ساڌن فقيرن ۽ تارڪ الدنيا فقيرن وانگر حرص ۽ هوا کي ترڪ ڪرڻ لاءِ اصرار ڪن ٿا.

مطلب ته ڪلام ۾ هر رنگ موجود آهي، جيڪي اکين وارا آهن، اهي ڏسي سگهن ٿا، حق تائين رسائي حاصل ڪري سگهن ٿا. اڻ ڄاڻن لاءِ مام هجي جيڪا پوءِ انهن جي دلين تان دوئي جا پردا چاڪ ڪري.

# فرمودات

## حضرت سائين چيزل شاهه ۽ هڪ مريد طالب جي درميان مڪالمه

طالب: قبلا! نفس ڇا کي چئجي؟
هادي ڪامل: نفس [1] حرص هوس کي چوندا آهن.
طالب: قبلا روح مولا جي ذات آهي؟
هادي ڪامل: جڏهن نفس مڪمل مري وڃي [2] ته رڳو (روح) [3] ذات مولا مان انسان الله بڻجي وڃي ٿو.
طالب: قبلا! انسان کي الله ڇو نه ٿو چئجي؟

---

۱- **نفس:** خواهشات جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. انسان مٽي جي پتلي جي هجڻ سبب خواهشات جو مرڪز رهي ٿو. ان ڪري نفس کي ٻن حصن ۾ ورهايو وڃي ٿو.
(الف) نفس امارو هي نفس مادياتي شين ڏانهن لاڙو رکي ٿو. فقيرن، ولين اهڙي نفس کي مارڻ لاءِ تلقين ڪئي آهي.
(ب) نفس مطمئنه: هي نفس روحاني تعلقات کي اپارڻ جي خواهش رکي ٿو.
۲- **نفس جو مرڻ:** نفس امارة کي ختم ڪري لذائذ ماديات ۽ آرائش جسماني غرور، تڪبر، ڪاوڙ ۽ هوڏ کي ختم ڪرڻ جي معنيٰ نفس کي مارڻ آهي.
۳- روح: قرآن پاڪ ۾ آهي ته:
يسئلونک عن الروح قل هو الروح من امر ربي
روح امر ربي آهي- لازوال آهي.
سائين چيزل شاهه جي فڪر، رسا موجب روح لازوال آهي خود خدا آهي. روح کي ذات مولا سمجهي ٿو. ان جو قائل اهي.

هادي ڪامل: جڏهن نفس مري وڃي ۽ بقا بالله ٿئي ته پوءِ چئجي، اڳ چوڻ ڪفر آهي.

طالب: قبلا! نفس ڪيئن ۽ ڪٿي مري ٿو؟

مرشد: من عرف نفسہ فقد عرف ربہ

پهريون حصو: فقد عرف نفسہ في الفنا [4]

ٻيو حصو: فقد عرف ربہ في البقا [5]

طالب: قبلا! نفس کي ڪيئن فنا ڪجي؟

مرشد: نفس کي ذڪر، فڪر ۽ اوجاڳن سان فنا ڪجي؟

طالب: قبلا! ڏک ڪٿي ڪاٽجن.

مرشد: ڏک، بک ۽ گوشہ تنهائيءَ [6] ۾ ڪاٽجن، جيئن نفس مري وڃي.

طالب: اوجاڳا ڪٿي ۽ ڪهڙي نموني ڪجن؟

مرشد: ترتيب هن ريت آهي.

(الف) اسم ذات [7] ڪمائڻ (ب) اڌ رات جو جاڳڻ [8]

(ت) صفا اڪيلو رهڻ (ث) اٺين پهر ماني کائڻ

---

۴- **فقد عرف نفسہ في الفنا:** هن مان مراد نفس امارة کي فنا ڪري، نفس مطمئنہ کي اپارڻ آهي.

۵- **فقد عرف نفسہ في البقا:** هن مان مراد نفس المطمئنہ جي فروغ سان روح جي ماهيت پرکي الله جي بقائيت کي ڄاڻڻ آهي ۽ ان ۾ استغراق ڪلي آهي.

۶- **بک ۽ گوشہ تنهائي:** جسماني لذائذ جي ذريعي نفس امارة طاقت ور ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري تپسيا جي ذريعي اهڙن خواهشن کي بک جي ذريعي ختم ڪري سگهجي ٿو، روحاني منزلن کي پهتلن کي معلوم آهي ته روح جي خوراڪ ذڪر مولا جو آهي. جيڪڏهن ذڪر ۽ فڪر ۾ اضافو ايندو آهي. ذڪر ۽ فڪر سان ذهن ۽ دل ۾ هم آهنگي پيدا ٿيندي آهي.

۷- **اسم ذاتي ڪمائڻ:** هن مان مراد الله جي تذڪير ۽ تهليل آهي. ذات ۾ گم ڪرڻ جو ذريعو آهي.

۸- **اڌ رات جاڳڻ:** فارسي ۾ مقولہ آهي تہ "آهِ نيم شب" حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو چوڻ آهي تہ اڌ رات جو مٺي ننڊ ڦٽائي،

(ي) هر هڪ دم سان [9] دم دم ياد ڪرڻ

طالب: قبلا! اهي ڪشالا ڪيئن ڪيجن؟

مرشد: موتو قبل ان تموتو (مر اڳ مرڻ ڪان) موت ڪان پهريان مرڻ سان

طالب: اڳ مرڻ جي ترتيب ڪيئن آهي؟

مرشد: ترتيب هن ريت آهي.

(الف)جهان جي خواهشات ترڪ ڪرڻ . (ب) اڪيلي ڪوني ۾ ويهڻ (ت) اسم ذات ڪمائڻ (ث) جهان جون لذتون ڇڏي، فاقي ۾ رهجي ان ڪي مرڻ ڪان اڳ مرڻ چئجي، ان ريت چؤ ته اڳ مري ويو.

طالب: قبلا: نفس ذڪر سان ٿو مري يا فاقئي سان؟

مرشد: ذڪر به هجي، فڪر به هجي ۽ تنهائي بڪ فاقيه به هجن، پر ذڪر قلب صاف ڪري ٿو.

طالب: قلب[10] ڪئي ٿو صاف ٿئي؟

---

ذڪر مولا جو ڪرڻ افضل ترين عبادت آهي. سڄي دنيا ننڊ ۾ هوندي آهي، اڌ رات جو آسمان ۾ قدرتي چانڊي جهڙي سفيد ۽ وٽندڙ روشني ذڪر ۽ فڪر وارن کي نصيب ٿيندي آهي.

**٩- دم سان دم:** هن مان مراد هر ساهه کڻڻ وقت خدا جو نالو وٺي جو ته خود خدا فرمايو آهي: وفي انفسڪم افلا تبصرون

انفس مان مراد ساهه آهي هر ساهه ۾ خدا هجي پوءِ اهڙي ساهه کي خدا جي نالي سان ظاهري طور اجارجي ته جئين ذات ڪبريا جا رنگ ۽ مظهر نمايان ٿيندا.

**١٠- قلب ۽ تنقيح:** عام طرح قلب مان مراد دل آهي. پر دماغ ۽ دل جي ارتباط کي قلب چئجي. غدود سري جيڪو دل غدود روحي جيڪو دماغ ۾ رهي ٿو انهن جي سنگم سان دل ۾ حرڪت پيدا ٿئي ٿي. پر جيڪڏهن غدود ڪسري ۽ غدود نفسي جو سنگم ٿيو ته قلب ۾ فتور چئجي ٿو. ماڻهو کي روحاني دنيا ڪان هٽائي مادياتي دنيا ڏانهن رغبت پيدا ڪري ٿو. غدود سري ۽ غدود جي افزائش سان قلب جي صفائي ٿيندي آهي . نقشو هن ريت آهي:




**غدود نفسي ⟵⟶ غدود کسري**

هن ۾ قلبي رجحان شيطنت ۽ ماديات ڏانهن ٿي وڃي ٿو. شهوت، عناد، فتنه ۽ فساد جي جڙ آهن.

**غدود روحي ⟵⟶ غدود سري**

هن ۾ قلبي رجحان روحانيت ڏانهن راغب ٿئي ٿو.

١ – **غدود نفسي:** هن ۾ خواهشات ايري ٿي، راجع ماديات آهي.

٢ – **غدود کسري:** هن ۾ کسرت ۽ کسري حقائق ۾ اضافو ٿئي، لا الـه جو مرکز آهي.

٣ – **غدود روحي:** هن ۾ هُو جو مرکز آهي. راجع الي الله آهي.

۴ – **غدود سري:** هي الا الله جو مرکز آهي، دل جي ارفع غشا تي رهندڙ آهي، روح سان ربط پيدا ڪرڻ جو واحد ذريعو آهي.

مرشد: قلب ذکر ذاتي سان، جيئن الله فرمايو آهي. فاذکروني اذکرکم (پوءِ ياد ڪر مون کي مان ياد ڪريان ٿو تو کي) سان ظلمات جا پردا چاڪ ٿي وڃن ٿا.

طالب: قبلا! ڪٿي يا ڪٿان ياد ڪجي؟

مرشد: وفي انفسکم افلا تبصرون يعني دمن سان ياد ڪجي.

طالب: دمن سا ياد ته ڪجي ته الله سٽين آسمان تي آهي ڪٿي ياد ڪجي؟

مرشد: ونحن اقرب اليه من حبل الوريد (ساهه جي رڳ کان به وڌيڪ نزديڪ آهي) الله تعاليٰ حاضر و ناظر آهي. جڏهن نفس مري ته پوءِ خبر پوندي ته برابر اها شئي آهيان.

طالب: سائين روح ڇا کي چون ٿا ۽ ذات ڇا کي چون ٿا؟

مرشد: انسان ۾ ٻه شيون اهن: ١- روح ٢- نفس

طالب: سائين ذات ڪهڙي شئي آهي ڇا؟

مرشد: ذات ۽ روح هڪ شئي آهي. باقي نفس ٻيو آهي. انسان جي ساڄي پاسي روح (ذات) رهندو آهي. ۽ کاٻي پاسي نفس. رڳو صحبت جو اثر آهي.

طالب: قبلا! صحبت ڪنهن سان ڪجي؟

مرشد: روح جڏهن صحبت ذکر مولا سان ڪري ته ذات مولا جي ٺجي وڃي ٿي. نفس جڏهن دنيا شهوت ۽ خوشي سان صحبت ڪري ته ماڻهو رڳو نفس بنجي ٿو.

طالب: قبلا! انسان ٻه شيون[11] آهي؟

---

١١- روح، **نفس ۽ جسم**: اصل شئي روح آهي، جسم جاءِ يا مقام آهي، نفس ٻنهي جي باهمي نسبت آهي. جڏهن خواب ڏسبو آهي ان وقت روح محو پرواز هوندو آهي. مگر جسم سان تار جي ذريعي ربط برقرار رکندو آهي. نفس محو خواب هوندو آهي.

هر هڪ انسان کي نسبت جي ذريعي زندگي بسر ڪرڻي پوي ٿي. نسبت جا ٻه پهلو آهن جيڪڏهن اماره جو پهلو دنيوي ۽ مادياتي مقاصد حاصل ٿين ٿا جيڪڏهن مطمئنه جو پهلو ته روحاني راز حاصل ٿين ٿا ٿنهي جا

مرشد: انسان هڪ شئي آهي مگر ٻيا ئي سبب ٻـ آهي. نفس مري ته پوءِ انسان هڪ شئي آهي.

طالب: قبلا! ذڪر سان ڪٿي صحبت ڪجي؟

مرشد: ذڪر دم دم ۾ ياد ڪجي، هڪ دم ٻه ويسارو نه ڪجي، اثر وٺي گهمندي ياد ٿي ويو ته هر جاءِ الله نظر ايندو. فاينما تولوا فثم وجہ الله هر جاءِ تي مولا نظر ايندو.

طالب: قبلا دم دم سان ڪاهڻ ڏکيو آهي. ڪٿي ڪمائجي؟

مرشد: پهريان سخت ۽ ڏکيو لڳندو پر جڏهن ياد پچي ويو ته پوءِ تمام لذيذ ٿي ويندو. بمصداق حضرت يٺائي رحہ

جئين ڏنو مون آرياڻي، اوهان ڇا ڏنو!
مکڻ ماکي، مصري کان منهنجو محب مٺو

بمصداق سائين جن خود:

احوال سارو حضرت عشق جو جڳ کي ٻڌايان هيئن ڇئي المقصد، دنيا ۾ سڀ لذت کان زنا ۾ لذت آهي خراب ڪم ۽ حرام شئي ۾ ڪيتري لذت آهي جڏهن اصل شئي آهي نام الله جو ۽ ان جو ذڪر وتهليل ۾ ڪيڏي نہ لذت هوندي جڏهن نام الله جو پچي وڃي (ياد ٿي وڃي)

طالب: قبلا! ڪٿي لذت رهندي آهي؟

مرشد: جڏهن دم عروج نزول[12] ٿيندو آهي ته لذت ايندي آهي.

طالب: قبلا! ڪٿي عروج نزول ٿيندو آهي.

مرشد: دم ستين آسمان کان مٿي ويو ته عروج ۽ اتان ئي نزول

---

ارتباط سان هڪ فرد جو وجود ظاهر ٿئي ٿو. روح نہ هجي ته جسم بي جان ۽ بيڪار آهي، جيڪڏهن نفس نہ هجي ته صفات بشريءَ کان عاري آهي، جيڪڏهن جسم نہ هجي ته ڪو اسم بشر وجود ۾ ئي ڪونہ اچي.

١٢- **عروج ۽ نزول:** عروج مان مراد هر هڪ دم کي "هو" جي ذڪر سان بلندي تي پهچائڻ، نزول مان مراد تجلي- نور کي قلب ۾ جلوة گر ڪرڻ آهي. حرڪت عروج دم سان ٿئي ٿو. حرڪت نزول تجلي، نور سان ٿئي ٿو. هن حقيقت دوران فاذڪروني اذڪرڪم جا مظهر ڪلن ٿا.

ٿيندو آهي.

مرشد: دم ستين آسمان کان مٿي وڃي ٿو ته عروج ۽ اتان ئي نزول ٿيندو آهي.

طالب: قبلا! ڪٿي دم ستين آسمان کان مٿي وڃي ٿو؟

مرشد: ستين آسمان ۽ ستين ڌرتين کان به پري وڃي ٿو

طالب: قبلا! بس ڪٿي به وڃي خبر نه ٿي پوي؟

مرشد: جڏهن ولايت حاصل ٿئي ته پوءِ دل ۾ ظاهر ٿيندي.

طالب: ولايت ڪٿي حاصل ٿيندي؟

مرشد: ولايت لاحد ۽ لامڪان[13] تي حاصل ٿيندي ان کي ئي ولايت چوندا آهن.

طالب: لا حد ۽ لامڪان ڇا کي چوندا آهن؟

مرشد: لاحد ۾ چار شيون آهن.

١- شريعت، ٢- طريقت ٣- حقيقت ۴- معرفت

چار شيون فڪر جون آهن

١- ناسوت، ٢- جبروت٣- ملڪوت۴- لاهوت

طالب: لاحد جي چئن فڪرن جي معنيٰ ڇا آهي؟

مرشد: ١- ناسوت هي جهان آهي. ٢- جبروت: محنت ۽ مشقت جو عالم آهي.٣- ملڪوت: فنا في الله جو درجو آهي، جنهن ۾ سالڪ کي تپسيا ڪرڻي آهي، ملائڪن وانگر ڪاڏي کان پري رهڻ ۽ گناهه کان دور رهڻ. ۴- لاهوت: هن جي حد نه آهي. وڏي عظيم منزل آهي. هن مڪان ۽ منزل تي الله تعاليٰ کي لاحد ڏسي ۽ هر جاءِ تي موجود ڏسي پر ان سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪري واحد ڪري ڄاڻي.

---

**١٣- لاحد ۽ لامڪان:** لاحد مان مراد ڪنهن به حد اندر خدا جي ذات کي محدود نه ڏسڻ مگر هر جڳهه تجلي ۽ مظهر الاهي کي ڏسڻ لا مڪان مان مراد ڪنهن مخصوص جڳهه نه مگر هر هند حاضر و ناظر ڏسڻ. روحانيت ۾ وقت ۽ مڪان نه هوندو آهي اتي حال ئي آهي. هر مڪان لامڪان نه يعني فاصلو جو ذڪر ڏسڻ پڌڻ ۾ نه ٿو اچي.

نگاهِ معرفت

لاحد جا عالم

حقيقت جلوه

اتباع طريقت

راه شريعت

سائين چيرل جي نظريه موحب حقيقت کانپوءِ معرفت آهي



١ـ شريعت رستو آهي جنهن ۾ هيٺيان اسباب هوندا آهن. نماز، روزو ۽ ٻيا احڪام جيڪي سفر ۾ هٿيار آهن.
٢ـ طريقت ۾ دنيا کي ترڪ ڪري هڪ جاءِ تي ويهڻ آهي.
٣ـ حقيقت جي ڪري الله کي هڪ ڪري سمجهڻ، ڄاڻڻ ۽ ڏسڻ آهي.
۴ـ معرفت ۾ سڀ شئي ۾ الله جو مظهر ڏسڻ آهي مظهر ۾ مولا ڏسڻ آهي. فڪر سان الاالله جو مقام پسجي ٿو.

طالب: قبلا! الله کي ڪٿي هڪ ڏسجي؟

---

**لاحد جا عالم:**

١- **عالم شريعت:** احڪام شريعت، عقائد، تعميل تشڪيل ۽ تڪميل جا مرحلا اچي وڃن ٿا.
٢- **عالم طريقت:** هن ۾ اتباع، مرشد و سالڪ ۽ حڪم ڪل ڄاڻڻ جا اسباب اچي وڃن ٿا.
٣- **عالم حقيقت:** ذات ڪبريا کي هڪ سمجهڻ ۽ ڏسڻ وارو عالم آهي.
۴- **عالم معرفت:** هن ۾ ماهيت ڪبريا، ماهميت ذات ۽ ارتباطـ روح جي خبر پوي ٿي.

**تصوف جا عالم:**

١- **عالم ناسوت:** هي مادياتي دنيا جنهن ۾ انسان کي عمل ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ موڪليو.
٢- **عالم جبروت:** رازِ الاهي کي پروڙڻ ۽ حقيقت ڏانهن رجوع ڪرڻ آهي.
٣- **عالم ملڪوت:** صفات ملائڪ سان منسوب ٿيڻ وارو عالم آهي.
۴- **عالم لاهوت:** انوار وتجلي الاهي وارو عالم جنهن ۾ وحدت ئي وحدت آهي.

**بشري عالم:**

١- **عالمِ تمثال:** هن ۾ انسان پنهنجي وجود سان ظاهر ٿئي ٿو، پاڻ جهڙن انسانن جي مثال سنئا ۽ ٻيهڪ ۾ يڪسان رهي ٿو.
٢- **عالمِ برزخ يا اعراف:** هن ۾ انسان صفات بشريٰ کان الڳ ٿي پهچي ٿو.
٣- **عالمِ محشر:** هي حساب و ڪتاب جو عالم آهي. هر هڪ بشر لاءِ لازم آهي.


عالم جنت
عالم محشر
نزول روح
عالم تمثال
عالم برزخ
عالم - دوزخ
بشري عالم

مرشد: فنا تيئن کانپوءِ خبر پوندي
طالب: فنا ڪيئن ٿجي؟
مرشد: فنا جو مفهوم پاڻ کي نہ ڄاڻڻ سڀ ڪم الله جي حوالي ڪرڻ پوءِ بقا باالله ٿي ويندو.
طالب قبلا بقا باالله ڪٿي ٿيندو؟
مرشد: بقا باالله ۾ پاڻ الله ٿجي وڃي.
طالب: قبلا! ڪيئن پاڻ الله ٿجي وڃي؟
مرشد: انسان کي روح ۽ نفس آهي جڏهن نفس مري وڃي تہ روح الله آهي.
طالب: ڪٿي ٿئي ٿو روح پاڪ ٿئي ٿو؟
مرشد: اٿي، ويٺي، گهمندي، سمهندي ذڪر پڇي ويو تہ دم پاڪ ٿيو ۽ روح پاڪ ٿيو.
طالب: ذڪر ۽ فڪر جون ڏاڪا (منزلون) ڪيئن حاصل ٿين ٿيون؟
مرشد: شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت ذڪر جون ناسوت، جبروت، ملڪوت ۽ لاهوت فڪر جون ڏاڪا (پڙيون) آهن. جيڪي هن ذريعن سان نصيب ٿين ٿيون.
١_علم اليقين ٢_ حلم اليقين ٣_عين اليقين ۴_ حق اليقين

---

۴ - عالمِ جنت و دوزخ: هي ٻئي عالم عمل جي گهٽ وڌائي سبب مختلف عملن وارا ڏسندا.

## علم اليقين، حلم اليقين، عين اليقين، حق اليقين

**علم اليقين:** انسان حالت يا ڪيفيت، جنهن ۾ واردات، محسوسات، فڪر انساني ۾ مرڪزيت پيدا ڪري تہ اهو علم اليقين آهي.
**حلم اليقين:** اها مرڪزيت جنهن ۾ سوچ ۽ فڪر ۽ اعتدال پيدا ٿئي، جستجو لاءِ آمادگي پيدا ٿئي، اتباع جي خوبي اڀري.
**عين اليقين:** اها مرڪزيت جتي يقين پختو ٿئي يقين ۾ عين عيان ٿئي.
**حق اليقين:** هن مرڪزيت ۾ چار مظهر عيان

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١_ نظر | ٢_ نظاره | ٣_ ناظر | ۴ _ منظور |
| ١_ شهود | ٢_ مشاهده | ٣_ شاهد | ۴ _ مشهود |
| ١_ طلب | ٢_ مطالبہ | ٣_ طالب | ۴ _ مطلوب |
| ١_ حب | ٢_ محبت | ٣_ محب | ۴ _ محبوب |
| ١_ علم اليقين | ٢_ حلم اليقين | ٣_ عين اليقين | ۴ _حق اليقين |

## مڪالمه ٢

## نفي ۽ اثبات

طالب: قبلا! فرعون، نمرود پاڻ کي خدا سڏايو ته ان کي ڪافر چئجي پر مسلمان ولي پاڻ کي خدا سڏائي ته ان کي ولي الله چئجي ٿو.

مرشد: فرعون ۽ نمرود عالم ناسوت ۾ نفي جي حالت ۾ پاڻ کي الله سڏايو، ان ڪري ڪافر سڏجن ٿا. پر اولياءَ ڪرام مثلاً منصور، سرمد، سچل سرمست وغيرة هم عالم، لاهوت ۾ رهي اثبات جي ڪيفيت ۾ الله سڏايو. هي شهود، مشاهده، شاهد، مشهود جي مشترڪ منزل آهي. ڪفر نه مگر عين عشق الاهي آهي.

## مڪالمه٣

## مرشد ۾ خوبي ۽ خصوصيت

طالب: قبلا مرشد جي رسائي ڪيسين ٿئي ٿي؟

مرشد: مرشد پنهنجي طالب جي صحيح طلب ۽ ان جي رهنمائي لاءِ ستين آسمان تان به ڪري ٿو، ان جي مشڪل ڪشائي ڪري ته، اها مرشد جي خوبي ۽ خصوصيت آهي. ڪين دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين رسائي حاصل آهي.

## مڪالمه. ٤

## ٤. قديم ڪشالن جي دؤر ۽ هاڻوڪي جديد دور ۾ طالب جي رهنمائي ۾ فرق، وقت جي قرب و بعد

طالب: قبلا! پراڻي دور ۾ طالبن کي سالن جا سال ڪشالا ڪاٽڻا پوندا هئا تڏهن ولايت تي پهچندو هو پر هن وقت ٿوري تڪليف ۾ ولايت نصيب ٿئي ٿي. ائين ڇو آهي؟ وقت به ٿورو صرف ٿئي ٿو؟

مرشد: پراڻي دؤر ۾ دنيا جي آرائش ۽ آسائش موجود ڪونه هئي، ماڻهو تڪليفن ۽ ڪشالن جا عادي هئا، انهن کي دير سان ولايت ان

ڪري ملندي هئي جو انهن جو تڪليفون وڌن، جسم تڪليفن جو هيراڪ ٿئي.

اڄوڪي دؤر ۾ آرائش و آسائش جا سڀ اسباب موجود آهن، ماڻهن ڪي ان آرام ۽ آسائش ترڪ ڪرڻ سان اوتري تڪليف ۽ مشڪل سهڻي پوندي، جئين پراڻي زماني جي بادشاهه ڪي ترڪ تعلقات ڪرڻ سان پهچي.

اهو ئي سبب آهي ته آسائش جي فراهمي هوندي ترڪ- تعلق ڪرڻ هڪ عظيم جهاد ۽ تپسيا آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ فطرت جي تقاضا موجب اڄوڪي ماڻهو کي منهن ڦيرائي ڏسڻ سان ئي ولايت عطا ڪري ٿو ۽ سامان آسائش کي ترڪ ڪري، هڪ مولا ڏانهن راجع ٿيڻ، موجودة دور ۾ تمام مشڪل آهي. الله خبير، بصير آهي. اڳئين دور جي ماڻهو جي بنسبت اڄوڪي دور جو ماڻهو وڏيڪ حق رسا ٿي سگهي ٿو ڇو جو دنيا جي آرام ۽ آسائش کان منهن موڙڻ، بادشاهي ڇڏڻ جي برابر آهي.

## مڪالمہ ٥.

## لاحد جي عالم موجب فقيرانہ اسرار ۽ مسائل ”جا حل“

طالب: قبلا! لاحد جي اصولن جي وضاحت ۽ حدود ۽ حل بابت وضاحت فرمايو.

مرشد: فقيرن ۽ ولين جي عملي ڪارڪردگي جي تمثيل هن ريت آهي ته:

هڪ وينل ماڻهوءَ کي ڪو راهگير ماڻهو ڪنهن ڏنڊي يا تڪليف ڏيندڙ اوزار سان تڪليف پهچائي ٿو ته

١- شريعت موجب تڪليف ڏيندڙ کي القصاص بالقصاص موجب سزا ملندي، ڇو ته شريعت ظاهري اسباب موجب فيصلو ڏيندي.

٢- طريقت موجب تڪليف ڏيندڙ کي ڪجهه به نه چئبو ڏک ۽

تڪليف سهڻو پوندو.قسمت تي قانع ٿي خاموش رهڻو پوندو.

٣۔ حقيقت موجب تڪليف ڏيندڙ کي ڪجهه به چوڻو نه پوندو. پنهنجي حالت ۽ ڪيفيت جو جائزو وٺي، پاڻ کي قصور وار سمجهڻو پوندو، ته سگهي ٿو ته قدرت ڪنهن ڏوهه جي قصاص ۾ تڪليف پهچرائي هجي.

٤۔ معرفت موجب تڪليف ڏيندڙ جي دلجوئي ڪجي ڇو ته ان ڪنهن مجبوري ۽ اڻ ڄاڻائي سبب تڪليف ڏني هجي، ان جي تڪليف ڏنڊي ڪان به وڌيڪ سخت هجي يا ڏنڊي هڻڻ سبب ڪو جاني نقصان ٿيو هجي. تڪليف ڏيندڙ جي دل جوئي ۽ تاليف قلوب لاءِ عملي قدم کڻڻ گهرجي.

١۔ شريعت: القصاص بالقصاص

٢۔ طريقت: تقدير تي راضي

٣۔ حقيقت: تجزيہ خود ۽ گناهہ۔ خود تي نگاهہ

٤۔ معرفت: مڪلف جي دل جوئي ۽ تاليف قلوب

## مڪالمہ نمبر: ٦

**هي مڪالمہ ڪوئيٽا جي سفر دوران، سائين چيزل شاهہ جي شيرين دهني ڪان صادر ٿيو.**

### مرشد جي در تي حاضري ۽ مرشد جي ياد

سائين چيزل شاهہ: هڪ طالب کي! اڄ دير سان آيو آهين خير ته هيو؟

طالب: قبلا! نفس جي غلامي ۾ هيس جڏهن واندڪائي ملي ته حاضر ٿيس.

سائين چيزل شاهہ: ادا! ڪجهه وقت اسان کي پاڻ وٽ رکو. تجربي سان اوهان کي لطف ايندو ناسوت ۾ رهي مرشد سان گڏ هجڻ طالب جو فرض آهي. ٻنهي مڪانن جي پروڙ رکڻ گهرجي، ناسوت جي زندگي ۾ سجاڳ رهڻ گهرجي. شريعت ناسوت نہ آهي، ڪثرت ڪا شريعت ناهي اگر طالب اهڙي نگاهہ ڪان ڪثرت وارو ناسوت ڏسي ته

ان مان عبرت حاصل ڪري، پنھنجي پير مغان سان ھجي ۽ اھڙي ڪثرت ۽ وحدت آھي. پير مغان سان گڏ ھجڻ سبب ناسوت ۾ ڪا تڪليف ٿيندي ڪثرت جي ڏکيائي ختم ٿي ويندي عالم ناسوت ۽ نفس کي چئن پھلوئن سان ختم ڪري. ١ـ ٿورو کائي، ٢ـ ٿورو ڳالھائي، ٣ـ ٿوري ننڊ ڪري، ٤ـ ذڪر مولا جي ڪري انھن دوران تصور ھميشه مرشد جو ھجي، مرشد جي بارگاھ ۾ رھڻ سان ناسوت، نفس ۽ ڪثرت فنا ٿي ويندا.

## علم

سائين چيزل شاھ: ھڪ طالب کي. ڪھڙن علمن کان واقف آھين؟

طالب: قبلا! تنھنجي ڏسڻ سان سڀ علم وسري ويا اٿم، ھاڻ اڳئين زندگي مطابق ڪجھ به ياد نه اٿم.

مرشد: برحق: علم جا ھيٺيان خاص قسم آھن.

١ـ علم لدني، ٢ـ علم وحدانيت،٣ـ علم ڪشف القبور
٤ـ علم ڪشف القلوب ٥ـ علم ظاھريات ٦ـ علم نفسيات
٧ـ علم ادارڪ.

علم لدني ۽ علم وحدانيت باقي ۽ لازوال آھن. باقي ٻيا علم فاني ۽ بي بقا آھن. علم لدني ۽ علم وحدانيت روحانيت کي فروغ ڏين ٿا انھن جو ذڪر ذاتي سا تعلق آھي.

طالب فدا حسين شاھ: قبلا! طالب لاءِ ڇا ظاھري علم پرائڻ ضروري آھي؟

مرشد: برحق: علم ظاھري ذريعي ئي علم باطن حاصل ٿئي ٿو.

طالب: قبلا! ڪي اوليا ۽ عارف علم ظاھري کان وقتي طور واقف نه ھئا، انھن کي شروع کان ئي علم لدني ۽ وحدانيت عطا ٿيل ھو.

مرشد ڪامل: ادا اھي ڄمندي ئي ڄام ھئا، مگر عام طالبن کي

ظاهري علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي. جو تہ اهو ئي علم حقيقي جي ڏاڪڻ ثابت ٿئي ٿو.

طالب: قبلا! اهڙو ڇمندي ڄام هجڻ جو رتبو ڪيئن مليو؟

مرشد برحق: اهو رتبو مولا جي خاص عنايت سان حاصل ٿئي ٿو. مثلاً: حضرت ابراهيم عليہ السلام کي حضرت اسماعيل ۽ حضرت اسحاق جي بشارت ملي، اها عنايت اهڙين هستين تي ٿئي ٿي. جيڪي مولا کان دم بہ غافل نٿا رهن.

"جو دم غافل، اهو دم ڪافر"

## نبي الله ۽ ولي الله جي رتبن ۾ فرق

طالب قبلا!نبي ۽ ولي الله جي رتبن ۾ تفاوت

مرشد برحق: اهي رتبا مالڪ طرفان آهن. ٻئي ڪڏهن هڪ رتبي وارا آهن. پر ڪنهن حد ولي الله کي نبي الله کان ڪجھ قدر وڌيڪ علم تفويض ٿئي ٿو. مثلاً حضرت خضر عليہ السلام غيبت ۾ آهي. ولي الله آهي حضرت موسيٰ نبي الله آهي. پندرهين سورهين پاره جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو. حضرت خضر حضرت موسيٰ کان وڌيڪ آهي جنهن جي رتبي تصديق "لن تستطيع معي صبرا، ملي ٿي. حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت خضر عليہ السلام کان عملي استفادة حاصل ڪيو. ٻنهي جو ڪم راهہ هدايت ڏيکارڻ آهي.

نبي الله کي تبليغ هدايت لاءِ موڪليو وڃي ٿو. پر ولي الله پنهنجي عشق سبب خدا کان راغب ٿي فاذڪر وني اذڪر ڪم جي رسم تي ڪار بند رهي ٿو ۽ عشق نبوت ۾ بہ آهي. مگر ولايت وارو عشق جلڻ ۽ پڄرڻ آهي. جنهن ڪري حڪم الاهي آهي. " ان اوليا الله لاخوف عليهم ولا هم يحزنون" عشق سان پاڻ کي پچائڻو آهي. جيڪو منهن سان ڳرڻو پوي ٿو مگر نبوت ۾ خدا جو امر شامل آهي. نبي الله پاڻ کي نہ جلائي ٿو ۽ نہ وري پهچڻ لاءِ ولي جيتري ڪوشش ڪري ٿو. الله تعاليٰ راضي ٿي ولي الله کي اهڙو علم عطا

ظاهري علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي. جو ته اهو ئي علم حقيقي جي ڊاڪڻ ثابت ٿئي ٿو.

طالب: قبلا! اهڙو ڇمندي ڄام هجڻ جو رتبو ڪيئن مليو؟

مرشد برحق: اهو رتبو مولا جي خاص عنايت سان حاصل ٿئي ٿو. مثلاً: حضرت ابراهيم عليہ السلام کي حضرت اسماعيل ۽ حضرت اسحاق جي بشارت ملي، اها عنايت اهڙين هستين تي ٿئي ٿي. جيڪي مولا کان دم به غافل نٿا رهن.

"جو دم غافل، اهو دم ڪافر"

## نبي الله ۽ ولي الله جي رتبن ۾ فرق

طالب قبلا!نبي ۽ ولي الله جي رتبن ۾ تفاوت

مرشد برحق: اهي رتبا مالڪ طرفان آهن. ٻئي ڪڏهن هڪ رتبي وارا آهن. پر ڪنهن حد ولي الله کي نبي الله کان ڪجهه قدر وڌيڪ علم تفويض ٿئي ٿو. مثلاً حضرت خضر عليہ السلام غيبت ۾ آهي. ولي الله آهي حضرت موسيٰ نبي الله آهي. پندرهين سورهين پاره جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو. حضرت خضر حضرت موسيٰ کان وڌيڪ آهي جنهن جي تصديق "لن تستطيع معي صبرا، ملي ٿي. حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت خضر عليہ السلام کان عملي استفادة حاصل ڪيو. ٻنهي جو ڪم راهه، هدايت ڏيکارڻ آهي.

نبي الله کي تبليغ هدايت لاءِ موڪليو ويجي ٿو. پر ولي الله پنهنجي عشق سبب خدا کان راغب ٿي فاذڪر وني اذڪر ڪم جي رسم تي ڪار بند رهي ٿو ۽ عشق نبوت ۾ به آهي. مگر ولايت وارو عشق جلڻ ۽ پچڻ آهي. جنهن ڪري حڪم الاهي آهي. " ان اوليا الله لاخوف عليهم ولا هم يحزنون" عشق سان پاڻ کي پچائڻو آهي. جيڪو منهن سان ڪرڻو پوي ٿو مگر نبوت ۾ خدا جو امر شامل آهي. نبي الله پاڻ کي نه جلائي ٿو ۽ نه وري پهچڻ لاءِ ولي جيتري ڪوشش ڪري ٿو. الله تعاليٰ راضي ٿي ولي الله کي اهڙو علم عطا

ڪري ٿو جيڪو نبوت کان مختلف ٿئي ٿو.

## طالب جون منزلون

طالب: قبلا طالب جون منزلون ڪهڙيون آهن؟
هادي برحق: طالب لاءِ هيٺيون منزلون آهن:
١- فنا في الشيخ، ٢- فنا في الرسول، ٣- فنا في الله، ۴- بقابالله

## رزق حلال

طالب: قبلا طالب لاءِ رزق حلال ڪيتري لاءِ صحيح ۽ ڪيتري قدر نقصانڪار آهي؟
مرشد ڪامل: مرڪندي فرمايائون ته رزق ٻن قسمن جو ٿئي ٿو.
١- روحاني غذا واسطي، - جسماني غذا واسطي.
روحاني غذا جيڪا مرشد کان طالب کي ملي هر هڪ دم ذڪر. مولا سان شاغل رهي ان مان ڪيس روحي سڪون ۽ طمانيت قلب حاصل ٿئي ٿو. روحاني غذا لاءِ رزق حلال هي آهن.
١- مرشد جو ڪلام، ٢- درويش جو ڪلام،٣- درويشن جي صحبت.
اهي فاذڪروني اذڪرڪم مان ملن ٿيون.
جسماني غذا واسطي رزق حلال اهو آهي ته جيڪو محنت مزدوري ڪري محنت سچائي ۽ نيڪ نيتي سان ڪجي. ان جي ابتڙ بي ايماني، ڪوٽ ڪري حاصل ڪيل رزق، رزق حرام آهي. رزق جي متعلق روز حشر تي پڇا ٿيندي، رزق حلال راهموار ڪندو مگر رزق حرام عذاب جو سبب بڻجندو.
هڪ دفعي سائين جن ڪچهريءَ ۾ هڪ درويش جو واقعو ٻڌايو ته هڪ درويش اڏامندو ڪنهن ٻئي درويش وٽ آيو گفتگو ڪرڻ ڪانپوءِ هليو ويو. ويٺل درويش کان پڇا ڪئي وئي.
طالب: هي اڏامڻ وارو وڏي ولايت وارو هوندو؟

مرشد برحق: انهيءَ ولايت وجائي آهي.
طالب: اها حقيقت معلوم ڪرڻ جي اجازت ملي.
مرشد برحق: فقير کي منهنجا سلام ڏئي حقيقت پڇي اءُ.
طالب چيو ان حقيقت کي معلوم ڪرڻ لاءِ فقير وٽ پهتس.
طالب: فقير صاحب ڪجهه ڏينهن اڳ اوهان اسان جي مرشد وٽ آيا هئا. سائين جن چيو ته اڏامڻ جي باوجود توهان کي ولايت کسجي چڪي آهي. ائين ڇو؟
فقير صاحب: هڪ ڏينهن ڪنهن رڻ پٽ ۾ وڃڻ ٿيو اتي مولا کان دعا گهريم ته مولا هن علائقي ۾ برسات وسائي ميدان کي گل و گلزار ڪر. الله برسات ته وسائي مگر منهنجي ولايت کسي ورتائين. ڇو ته رضا الاهي جي بر خلاف رضا انسان هئي. فقير جو ڪم رضا الاهي تي راضي رهڻ آهي.

## واقعات

### صحبت جو اثر:

سائين چيزل شاهه بادشاهه هڪ تمثيل ڏيئي صحبت جو اثر متعلق فرمايو:
هڪ ننڍڙو شينهن ٻڪرين سان گڏجي جهنگ ۾ گهمندو ڦرندو هو، ڇو ته ننڍي هوندي کان ئي ٻڪرين جي کير تي پلي جوان ٿيو هو. هڪڙو پالتو شير بنجي ٻڪري وانگر بزدل ٿي ويو هو. هڪڙي ڏينهن اوچتو انهن ٻڪرين ۾ هڪ جهنگلي شير جي آمد سبب ڀاڄ پئجي وئي پالتو شينهن ٻه ٻڪرين سان گڏ ڀڄڻ لڳو.
جهنگلي شير تڪو ڊوڙي پالتو شير کي پڪڙيو ڪانئس پڇيو ته ٻڪريون ته ڀڄي ويون تون شينهن ڇو ڀڄئين؟ پالتو شير جواب ڏنو ته مان ٻڪري آهيان، جهنگلي شير کيس هڪ پاڻي جي چشمي تي وٺي ويو ان ۾ پنهنجو پاڇو ۽ پالتو شير جو پاڇو ڏيکاريائين ۽ هڪ ٻئي جي بيهڪ ۽ هڪجهڙائي محسوس ڪرايائين ۽ کيس ٻچ جي

ذريعي نڪاءُ ڪدرايائينس پالتو شينهن پاڻ کي شينهن سمجهي حقيقت کان واقف ٿيو.

هن تمثيل مان معلوم ٿيو ته جاهل ۽ نا معقول جي صحبت ۾ انسان نامعقول بڻجي وڃي ٿو. پر ولين ۽ بزرگ جي صحبت ۾ رهي پنهنجي اصليت کي پرکي حقيقت ڏانهن راغب ٿئي ٿو.

## ٢- جهڙي صحبت تهڙو اثر

هڪڙي لوهار جي تمثيل ڏيندي پاڻ فرمايائون ته جڏهن لوهه جي ٽڪر کي باهه جي مچ ۾ وجهي تپائي ڳاڙهو ڪجي ته ان لوهه ۾ باهه جو پورو تاثير ۽ صلاحيت باهه واري پيدا ٿي وڃي ٿي. ان ريت جيڪي انسان اسم ذات جي تهليل ڪن ٿا ان ۾ ذاتي اسم سبب ذاتيات جون ڪل خصوصيتون سمائجي وڃن ٿيون. اگر چه لوهه وانگر لوهه جي ذات الڳ ۽ باهه جي ذات الڳ آهي ته انسان جي ذات خدا جي ذات کان ائين ئي الڳ آهي مگر خصوصيت ساڳي رهي ٿي.

هن تمثيل مان پيو مقصد به نڪري ٿو ته وکان عرش علي الماءُ الله تبارڪ و تعاليٰ انسان کي پنهنجي صفت مان پيدا ڪيو اسم ذات جي ڪري خود ذاتيات بڻجي ويو. مثلاً

سمجهي پاڻ کي ڏس تون چاهين
ڪونهي ڪو تنهنجو ثاني الا
چيزل تون به اهو ئي آهين
آدم اعليٰ ثاني الا

## ٣- مولا جي رهائش گاهه

دوران گفتگو هڪ طالب مالڪن کان پڇيو: قبلا! الله تبارڪ و تعاليٰ جي رهڻ جي جاءِ ڪٿي آهي.

مرشد ڪامل: دل ۾ به خانا ٿين ٿا جن جي وچ ۾ هڪ پردو ٿئي ٿو. کابي پاسي ۾ گرمائش نفساني خواهشات جو باعث شيطاني

مرڪز بنجي ٿو مگر ساڳي تي الا الله جو مرڪز آهي. جنهن ۾ خدا جي ذات رهي ٿي. خدا جي ذات ڪي دل ۾ اجاگر ڪرڻ ڏکيو به آهي ته سولو به آهي. فرمان آهي ته:

الانسان سري وانا سرة

## ۴- آسمان جي تعداد متعلق وضاحت

طالب: سائين آسمانن جي متعلق پڙڻ ۾ اچي ٿو ته ست آهن ان باري وضاحت فرمايو.

مرشد ڪامل: آسمان ست آهن پر آٺون عرشي عليٰ ۽ نائون ڪرسي آهي. آسمانن جي بناوت سون، چاندي، زمرد، ياقوت ۽ زبرجد جا تهيل آهن.

طالب: آسمان جا دروازة ڪڏهن کلندا آهن؟

مرشد ڪامل: سينن آسمانن جو دروازو هڪ وقت اسر وقت کلندو آهي. جيڪي انسان ذڪر مولا جو ڪندا آهن انهن تي نوري تجليات جي بارش ٿيندي آهي.

فقير سرائي رسول بخش: اها تجليات جي بارش هر وقت يا ڪڏهن ڏسڻ ۾ ايندي آهي؟

مرشد ڪامل: جڏهن دل مٿان ٣٦٠ ظلمات جا پڙدا هٽي وڃن ٿا ۽ ذڪر الاهي سان جلي وڃن ٿا ته تجليات جو مظاهرو ٿئي ٿو.

سرائي رسول بخش: قبلا انهن دروازن کان سواءِ ڪي ٻيا به آهن؟

مرشد ڪامل: ٻه خاص دروازا ٻيا به آهن هڪڙو دروازو جتان ذاڪر جي عروج ۽ نزول جي رسد جاري رهندي آهي. ٻيو دروازو جتان درويش جي ضمير خيرات جي رسد جاري رهندي آهي. درويش جي برقعي مٿانڻ ڪانپوءِ اهي ٻئي دروازا روئيندا آهن.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## كلام نمبر: ۱

### (”كنيات“ سر شام كلياڻ)

| | |
|---|---|
| ٿلھ: عشق بنايا ايسا | ديكو خيال خودي كو كايا |
| سولي اوپر سر ڏراكي | انا الحق الايا |
| ۱۔ آدم كو ھك عذرداڻي | كڍ بهشتون دور تڙايا |
| نال كسي سي كيها بهانا | بازي يار بنايا |
| ۲۔ احسان ٿيا سڀ عالم تي | جڏان ميم كا منصب پايا |
| ملك بنيا معراج كيتي | شاھ كربل شافي آيا |
| ۳۔ نال شريعت شمس دي كيسي | جيئري كل كلايا |
| شاھ بلاول گهاڻي پيڙهائيئي | يونس مڇلي ڳهايا. |
| ۴۔ يوسف كو وچ كوھ گهتا كي | مصر چا ملھ چكايا |
| جرجيس كو اندر وچ جفادي | يحيٰ قتل كرايا |
| ۵۔ عاشق لك هزار كهائيئہ | تينون ترس نہ آيا |
| اور اسان نون كيا وت پڇدئين | منصور مفت مارايا |
| ۶۔ عشق دي الٽي چال ھ ديكو | كنهن ول سك نہ پايا |
| جوئي ”چيزل“ آگ سي جليا | دك سي دن نيايا |

## کلام : ۲

### (سر شام کلیاںڑ)

تلہ: مجھہ کو دیا ھے ساقی

شراب مستو ورنا

وہ جام ایسا پینا

پھر دوزخ سے نہ ڈرنا

۱۔ کیا کرینگے حور کو

خود جنت بهشت قصور کو

ایمان کچھ ناکام ھے

دیدار تجھہ سے مرنا

۲۔ دیکھو وحدت کا تماشا

اس نے خیال دکھایا کیسا

اِس دنیا عقبہ دونوں کو

درکار کچھ نہ کرنا

۳۔ ھک درد کی ضرورت

مذکور ھے حضورت

عاشق قتل کیا ھے

پرور غریب دھرنا

۴۔ سارا چل گیا زمانا

'چیزل' رھیا مستانا

جوانی گئی ئی محبت میں

اظھار ظاھر بریا

# ڪلام: ٣

## (سر شام ڪلياڻ)

اهڙو لوهه لکيئي انگ لايو آ برهه باب پڙهايو آ

برهه جون ٻالهيون نينهن جون نراليون ناز سڄڻ تنهنجا نيون نيون چاليون
دردن دود دکايو آ

سور سبق تي سکن ڪان سنهنجا ڏاج ڏولاوا ڏک تي منهنجا
سورن سکڙو وجايو آ

مري موتو جي مام سڃاڻين ذات صفات هڪ ڪري ڄاڻين
اها صورت سڀ ۾ سمايو آ

مام انهيءَ ڪيئي مرد مارائيا سورهه سولي اتي تہ سينگاريا
انا الحق تہ الايو آ

ونحن واعدو ويجهو ڄاڻين شڪ ڇڏي تون شرڪ نہ آڻين
فنفخت فيہ فرمايو آ

چٽنگ "چيزل" تنهنجي پئي آهي چولي ٻوليون ٻولٺهار تو ٻولي
رهبر راز وکايو آ

# ڪلام: ۴

## (سر شام ڪلياڻ)

ٿلهہ: آٽي عشق آتش اندر ٻاري ڙي اديون
جان جسم جند ڳاري دردن مِ تہ آزاري ڙي اديون

۱۔ هڪ روئي رات گذاري
ٻيو تہ سيج سمهڻ ويو وساري
تيون ماري يار جيئاري ڙي اديون

۲۔ هڪ آءُ سهٽل ڪنهن پيري
ٻيو تہ چاڪ پون جگر جيري
تيون ڪيري ڪيئي وري تاري ڙي اديون

۳۔ هڪ لڳس تنهنجي لاري
ٻيو تہ پاڻ لڪي وئين ڏيکاري
تيون ڪاري ڪيئي اوجاري ڙي اديون

۴۔ هڪ "چيزل" سڪ نہ سيبائي
ٻيو تہ لوڪ تتي ڪي تپائي
تيون ڪائي ڪي وري ڏاري ڙي اديون

## ڪلام: ۴
## (سر شام ڪلياڻ)

ٿلهه: آٽي عشق آتش اندر ٻاري ڙي اديون
جان جسم جند ڳاري دردن ۾ ته آزاري ڙي اديون

١ـ هڪ روئي رات گذاري
ٻيو ته سيج سمهڻ وبو وساري
تيون ماري يار جيئاري ڙي اديون

٢ـ هڪ آءُ سهٽل ڪنهن پيري
ٻيو ته چاڪ پون جگر جيري
تيون ڪيري ڪيئي وري تاري ڙي اديون

٣ـ هڪ لڳس تنهنجي لاري
ٻيو ته پاڻ لکي وئين ڏيکاري
تيون ڪاري ڪيئي اوجاري ڙي اديون

۴ـ هڪ "چيزل" سک نه سيبائي
ٻيو ته لوڪ تتي کي تپائي
تيون ڪائي کي وري ڏاري ڙي اديون

## ڪلام: ٥
## (سر شام ڪلياڻ)

ٿلھ: آوين سانگ اساڏي ليئا پاوين وو يار
روئـيـنـدي نـال الاويـن وو يـا

١_ سھڻل تيڏي سڪ وچ سڙدي ماندي نون تہ ملاوين وو يار
٢_ تيڏي درد وڇوڙي ماري روحان وچ نہ رلاوين وو يار
٣_ ڏيندي باھ اندر وچ ٻڙڪي جندڙي نون نہ جلاوين وو يار
٤_ "چيزل" مونجھي ڪاڻ ميلاپي واڳان وطن تي ولاوين وو يار

## ڪلام: ٦
## (سر شام ڪلياڻ)

ٿلھ: دلبر دوست نہ تي موڪئون دم تون ٻري
ساھ منھنجو توڪئو ڪيئن سري

١_ دل تہ سڪي پئي ديدار تنھنجي ڪاڻ
او مل اچي مونجھي پئي تي مري

٢_ ايڏو درد دکائي ويڙا
باھ اندر ۾ مچ ٿو ٻري

٣_ ھج تون ھميشہ يار اسان وٽ
تنھنجي ڏني منھنجو ھيان ٺري

٤_ "چيزل" پاڻ پرين ھت ايندا
ڪير ڪشالا پند پيو ڪري

## ڪلام : ۷
### (سر شام ڪلياڻ)

ٿلھ: ڪيوين ڪيتئي يار جدائي وو يار
اسان رو رو رات نيائي وو يار

۱۔ ڪڏان اساڏي اڱڻ تي اوسين
هو وين ڪول سدائين او يار

۲۔ يار ٻاروچل دلڙي لٽ ڳيا
ڪريسان شهر گدائي او يار

۳۔ تنهن بن پيارل ڪيوين مئين ڪريسان
ڏيوين وال وڏائي او يار

۴۔ چيزل صدقي سرهي سارا
ڪريسان پاڻ فدائي او يار

## ڪلام ۸
### (سر شام ڪلياڻ)

ٿلھ: دلڙي دوست ڪٺي ويو دم ۾ وو يار
هيس ڏاڍي ڪم ۾ وو يار

۱۔ ڪيئي لٽي وري ڪيئي ٺڳين تو
ڪي آڙاهہ اڌ ۾ وو يـار

۲۔ ڪيئي وري چالين ڪيئي وري پالين
ڪي وڇوڙي وهم ۾ وو يـار

۳۔ ڪيئي وري ساڃهر ساٿ سينگارن
ڪي مرن ماتم ۾ وو يـار

۴۔ ڪيئي وري "چيزل" ڪاڏي ويڙا
ڪي فنا جي فهم ۾ وو يار

# ڪلام: ۹

## (سر تلنگ)

ه: بيرنگ برقعو پائي پائي
آيو آدم هتي اظهار تي

۱ـ علم العين يقين تون جاڻي    احد ۽ احمد فرق نہ آڻين
وچون ميم وڃائي وڃائي    آيو سين نبين جو سردار تي

۲ـ آهين آدم عين اهو ئي    سمجهي ڏس تون ناهين ٻيو ڪوئي
غير اندر جو لاهي لاهي    ونحن پري نہ وار تي

۳ـ ڪيئن نفي ۾ نانهہ تي ائين    قطرو قلزم منجهہ سمائين
بوتو خاڪي ٺاهي ٺاهي    آيو نانءُ [illegible] نروار تي

۴ـ ڪيئن تون 'چيز' ڪاڏهن آئين    اڳي ڪاٿي هئين هتي ڪيئن جائين
دم رهڻ هتي آهي آهي    سر تي سهندين سختيون بار تي

## ڪلام: ١٠
### (سر تلنگ)

ٿلھ: سمجھي ڏس تون ڇاھين ڇاھين
آھين آدم اصلي ڪير وو ميان

١ـ آدم تي ھت ڪاڏنھن آئي — اربع عناصر نام سڏائين
تون اصلي ناھي ناھي — اتي ھوش عقل جو ڦيرو وو ميان

٢ـ قطرو قلزم جي منجھ پيڙو — خاڪ منجھاروُن آدم ٿيڙو
سينو ڪيڏو تون ساھين ساھين — اتي من تنھنجي ۾ ميرو وو ميان

٣ـ سمجھي پنھنجو پاڻ وڃائج — ذاتي اسم سان قلب ڪمائج
غير وجود جو لاھي لاھي — ڪيڏو عشق ڪيو آ انڌيرو وو ميان

٤ـ ڪيڏو شان تنھنجو ھيڙو — ملڪن سر ڪي سجدو ڪيڙو
ڇا "چيزل" تون آھين آھين — ٿي پاڻ ۾ پنھنجو سير وو ميان

# ڪلام: ١١
## (سر تلنگ)

ٿلهه: ڳولي ڏس تون ڳولي
اتي اندر ۾ اسرار وي

١ـ پنهنجي اندر ۾ پائي ڏس جهاتي — سرآن ساڳي ذات سفاتي
آهي تنهنجي چولي چولي — ڏس دل اندر ديدار وي

٢ـ ونحن واري وات نهارج — اسم ذاتي دل تي ويهارج
ڏس اڪيون تون کولي کولي — آهي سڀ تو ۾ سنسار وي

٣ـ ڳولهي ڏس پاڻ تون ويهي — سيني اندر ٿي سير سيوئي
ڀل نه ڀي ڪنهن ڀولي ڀولي — ناهين پري تو ڪئون وار وي

٤ـ چيزل پنهنجو پاڻ سڃاڻج — نفس نفي ڪري موجان ماڻج
ڪير اندر تو ٻولي ٻولي — اتي آڇج ايڏو اعتبار وي

# ڪلام: ١٢
## (سر تلنگ)

ٿلهہ: نانهہ جو نقطو سڃاڻ
پاڻ نہ پائنج پوءِ وري ڄاڻي

١ـ نفس ناسوتي نانهہ سان مرندو
جڏهن جبروتي جوشن ۾ جلندو
ملڪ ملڪوتي ماڻ
لنگهي لاهوت ۾ لاحد هاڻي

٢ـ حلم العلم ال پند ٿي هورو
ڪر فقر تہ فنا ٿيڻ ڳوُرو
عين ال خاص فڪر ايمان
حق الحق تي يقين تون آڻي

٣ـ ڏاڍو شوق شريعت سان رک
ٻڌي توڪل طريقت تون سک
هل حقيقت سان
معرفت مطلب قلزم ڪاڻي

٤ـ بادي ناري آبي خاڪي
ڇڏي عناصر تي افلاڪي
پنهنجو سڃاڻج پاڻ
"چيزل" گڏ ٿي ٻري ڇو ٿو تاڻي

## ڪلام: ١٣
### (سر تلنگ)

ٿلهه: ڏسي اها موج مستي جي
پيا وڃي بحر ۾ ڪاهي
نہ ٿا ترسن اهي عاشق
سانگو سر ساهہ جو لاهي

١۔ اهي مچ عشق ۾ پيڙا
پتنگ قربان لک ٽيڙا
موتو فنا في الله ميڙا
ٻڌو سندرو سورهين ساهي

٢۔ اسم هڪ الف سان جيءُ اڙ
سبق سورن سندوئي پڙهہ
شمع جي شعاع تي تون سڙ
پوڻ منجهہ باهہ جي ڇاهي

٣۔ روئان شب روز هي دم دم
اندر آڙاهہ آهي ماتم
هميشہ درد تنهنجو غم
سوري جي سر مٿئون آهي

٤۔ "چيزل" هي آگ تي ساڙي
لکيو ازلي پنهنجو پاڙي
رڳان، هڏ، تن جسم ڪاڙهي
ڇڙهين تون ڪيئن وڃي تو ڦاهي

# ڪلام: ١۴
## (سر تلنگ)

تله: ٻڌي توڪل سچا طالب
تڏهن تلقين سجائي

١۔ ڪمائج دم اسم ذاتي
وهي تي قلب تي ڪاتي
پائي ڏس پاڻ ۾ جهاتي
نفي اثبات ڪي ڄاتي

٢۔ تڪيو جن توڙ جو آهي
چڙهن منصور تا ڦاهي
سانگو سر ساهه جو لاهي
تڏهن وڃي موج هو ماڻي

٣۔ اندر ۾ باهه ويو ٻاري
رڳان تن من جسم ساڙي
سڙي ڪي ٿو سور اوجاري
ساجن سهجن جا سڪ ٿو ڪماڻي

۴۔ "چيزل" ٻي ڳالهه نه آڻج
سورن کي سيج ڪري ڄاڻج
مري موتو منصب ماڻج
عجب اعتقاد اتي آڻي

# ڪلام: ١٥
## (سر تلنگ)

ٿلهه: لوڪ ڇا ڄاڻي عام
عشق اٽائو الٽي بازي

١. رمز انهي ۾ رند ڪي رهندا
سورهيه سور ۽ سختيون سر تي سهندا
ڪي غازي ڪٽندا گام
درد وڃائي دور درازي

٢. انا الحق تو عشق پڙهائي
سوري اتي منصور چڙهائي
اولو رکي اسلام
نه ڄاڻن محبت ملان قاضي

٣. محو خيال مستي ۾ آهن
سر جو سانگو هو تا لاهن
پاڻ ڪرن قتلام
غرق وحدت ۾ آهن غازي

٤. وحدت واعظ عشق جو آهي
الا قليل نصف جا ڳائي
آهي نينهن وارن جو نام
"چيزل" اگهندي اتي وجي آزي

# کلام: ١٦

## (سر تلنگ)

ٹلھ: لڳا سوز ڳيا سنسار
نال تساڏي مئين ياري لاتي

١۔ لوک عالم سڀ مارن طعني
عاشق رهندي سي مست ديواني
طلب تيڏي هي ديدار
خلق ساري دي مئين خواري چاتي

٢۔ نال خيال دي محبت لاوين
خاص خريد خودي نون کاوين
پڌ نہ ہي کا پچار
جل گئي جان تي ساري ڇاتي

٣۔ سکندي عمر وئي آ ساري
دوست نہ ڏيندا کا دلداري
روئيندي آن زارئون زار
لک ڇپ چوري مئين جهاتي پاتي

۴۔ عاشق رهندي مست نرالي
"چيزل" آيم سخت کشالي
اندر هي تہ آزار
قرب تساڏي ماري کاتي

## ڪلام: ١٧
### (سر تلنگ)

ٿلھ: پيتم جام تمام
دستئون ساقي پرڪر وحدت

١- پيالا پيتم جام الستي
سرڪي سوز دي لاتي مستي
نظر ڏٺم نروار
هرجاءِ حق تي هويا ثابت

٢- وحدت پرڪر پيالا پيتم
رخ روشن تڏاهين ٿيم
صاف صورت صبحان
هر مظهر وچ لاحد لاشڪ

٣- ڪي وت ڄاڻن محبت معنيٰ
سالڪ سمجهن رند يگانا
خيال رکن هڪ خاص
ظاهر باطن دم دم محبت

٤- حق پاڪ صنم صبحان هي سارا
وفي انفسڪم ڏتس اشارا
"چيزل" مام سڃاڻ
راز اهين وچ هو يا رحمت

## ڪلام: ١٨
## (سر تلنگ)

ٿلھ: ڪون اسان نون لوڪ سمجهاوي
اسين آدم دي اولاد نہ ڄائي

١ـ ڪاڻ تماشي ھتڙي آيم
مٺ نہ ڪنهن دا نہ ڪوئي ڄايم
سير سلطاني حقيقي پايم
خيال ڳيا لنگھ سفر سجائي

٢ـ نفس نصيحت آپ نہ ڪردا
خوف خدا جي رب نہ ڏردا
عشق واليان نون ھي علم اندر دا
حرف ھڪو ٻئي ڪم اجائي

٣ـ اھي اکيان شل انديان ھوون
يار پنھل بن ٻئي ڏي واجھاون
ديدان ھميشہ دل وچ لاون
تير تفنگي ابرو ٻچاوي.

٤ـ عشق واليان نون ھادي ھدايت
راھ رھبر سچ ڏسي ھي وحدت
ٻيا ڪون ڪريسي سانون نصيحت
”چيزل“ نعرا نينھن وڄاوي

## ڪلام: ١٩
## (سر تلنگ)

تلھ: عشق ڪيو اثبات
نفس عقل جون ويون سڀ ڳالھيون

١۔ پاڻ وڃائي پڌر پياسي
جاڏي ڪاڏي عين ٿياسي
ڪاڏي وئي ظلمات
نينھن تنھنجي جون آھن نراليون

٢۔ عشق ڇڏيا سڀ لڙئي لاھي
ھر جاءِ حاضر ھڪ اھو آھي
سمجھڻ ساري صفات
خاص انھي جون آھن خياليون

٣۔ پنھنجو پاڻ سمجھي ڄاتم
ونحن اقرب قول سڃاتم
طلب تنھنجي آ ھڪ تات
جنگ جسم سان پياٽا جاليون

۴۔ "چيزل" اصلي ناھي اولو
سڪ وارن ڪان سمجھڻ سولو
عشق وڏي آ آفات
اول آخر ڪئون اھي تنھنجو چاليون

# ڪلام: ٢٠
## (سر تلنگ)

تله: لڪ ڪيان شڪران
منهنجي اڱڻ تي ڪيئن تون آئين

١. ايڏيون پلايون تنهنجون پايان
چئي ٻين کي چا ته ٻڌايان
سر ڪيان قربان
اهڙو وري ناتو ڪيئن تو لائين

٢. انگ اصل کئون اڳي ئي آهي
هن ۽ هن سان منهنجو چاهي
دل ڪيئي ويران
هاڻي وري پاڻ کي چو تو لڪائين

٣. ونحن اقرب پاڻ چئي ويو
اولو اکين جو ڪيئن ته لهي ويو
تيو ظاهر عين عيان
لاحد واريون تو رمزان رلائين

٤. "چيزل" سڌ نه ڪا سار لڌائون
پيار ڏئي ڪيئن مچ ۾ وڌائون
درد جو ٻڌ داستان
ماندي سان مل چو تو ستائين

## ڪلام: ٢١
### (سر تلنگ)

ٿلهه: کهڙيون ڪيان تنهنجون ڳالهيون نراليون
لوڪون لڪايان چئي چا ٻڌايان

١. ڳجهه جون ڳالهيون سلڻ نه جهڙيون
پنهنجي اندر ۾ پاڻ سان ڪيڙيون
ڪري نظر ڏس پاليون نراليون
ڪير ٻيو آه ڪنهن ڏانهن تي پائيان

٢. ڪيئي عاشق قتل ڪرائي
سرمد جهڙا مست مارائيه
تنهنجون اصل ڪئون چاليون نراليون
نازن واري سان تي نينهن نيايان

٣. ايڏو بار بره جو آهي
پتنگ پون تا مچ ۾ ڪاهي
تن ڪي لبن تي لاليون نراليون
ڳڻ تنهنجا مان پئي تي ڳايان

٤. "چيزل" ڪيئي صدقي سارا
عشق جا ڏس تون نينهن نظارا
چڙهي سولي تي جاليون نراليون
وحدت واري وصال ۾ آهيان

## ڪلام: ٢٢
## (سر تلنگ)

ٿلهه: عشق جو پيتم جام
شوق شراب جو مست پيالو

١ـ وحدت وارو جام پيارئين
قلب روشن دل ڪيائين
خودي ٿي ته تمام
ڪلي نظر تي ويو آ ڪشالو

٢ـ بي خود مست برهه ڪيو آ
عشق انا الحق پاڻ چيو آ
سڪ منصوري مام
چڙهي سوري تي ڏس نينهن نرالو

٣ـ ساقي سرڪي صاف پياري
مست ڪري جنهن مٿين آ ماري
دل کي وجهي ويا دام
دم دم سان تنهنجو هڪڙو نالو

٤ـ "چيزل" ڪيف ڪلال پياريو
موتو قبل ال ماري جياريو
کهڙي ڪل ٻئي عام
ستت ڪر تون پنهنجون سنيالو

# ڪلام: ٢٣
## (سر تلنگ)

ٿلهه: عشق جو پنڌ آ پري پري
سمجهڻ آهي مشڪل معنيٰ

١ـ ڪي ته برهه جي باهه ۾ پيڙا
مجنون وانگي مست جو ٽيڙا
آيا عشق جي اري اري
سوين دليلان ڪن ٿا دانا

٢ـ عالم عاقل اونا ڄاڻن
نفس عقل ڏي پيا ٿا تاڻن
جيئري وري ڪو مري مري
پتنگ پچن ٿا اهي پروانا

٣ـ شوق وارن جا شغل شهانا
مست رهن ٿا منجهه مئخانا
دل وئي نه ٿي وري وري
بي خود بحر ۾ آهن بيگانا

٤ـ "چيزل" ٻڌ تون سندرو ساهي
پئو ته برهه جي باهه ۾ ڪاهي
ڳالهه ڪيون پئي ڳري ڳري
درد ڏکن ۾ آهن ديوانا

# ڪلام: ٢۴
## (سر تلنگ)

ٿلهه: اچي عشق اتاريون اندر منهنجي ۾
ڪيئي نينهن سنديون نيون ڳالهڙيون

١ـ اچن اوقات تا اهڙا اوير
روئي وڃايان پنهنجا حالڙيون

٢ـ ساعت ساعت سورن جي آ
جوشن ۾ ويهي جالڙيون

٣ـ سئو ڦيرا قربان تن تئون
ڏيون صدق سڀ مالڙيون

۴ـ چيزل ڪي چڪ چور جو ڪيڙو
روئي وهايان نيون نالڙيون

# ڪلام: ٢٥
## (سر تلنگ)

ٿلهه: برهه اسان کي بيمار ڪيو آ
نڪو سيج پلنگ نڪو سک ٿو وٽي

١ـ ڳجهو مرض اندر جو آهي
سورن ساڙيو آ سند سند ته ڀڳي

٢ـ سوين طبيبن ستيون ته ڪمايون
نڪو فائدو فرق هاٽي

٣ـ ڪائڻ پيئڻ زهر جو ٿيڙو
دکي ڪيو آ درد آٽي

٤ـ ڪڏهن "چيزل" سان ڪر نه وڇوڙو
قلم قضا جيڪي باب بٽي.

# کلام: ٢٦

## (سر تلنگ)

ٿلھ: پل پل پوندي ني پور
ڏاڍا عـشـق اويـــڙا

١ـ دلڙي مٺين لاتي سنگت نہ ساٿي
تتي ڦاٽي وچ تہ ڪلور

٢ـ ڏکي دم جيتا سهاڳ جو نيتا
تيڏي عشق ڪيتا چڪنا چور

٣ـ نڪلن دانهان ٽڌڙيان آهان
ٻيان واهان وسريم مور

٤ـ عشق اويڙا وسريم ويڙها
پيا ڳل دا جهيڙا نور

٥ـ "چيزل" روندا ول يار نہ ائوندا
ڏاڍيان ڳالهيان ڳاؤندا دور

## ڪلام: ٢٧
### (سر تلنگ)

ٽله: دردن ۾ دل آهي آهي، ڏک سورن ۾ سڙي ساه

١. سور آيا ٿم ستت سويرا، عشق اصل ڪئون لاتم
سندرو ٻڌو مان ساهي ساهي

٢. درد اندر ۾ عشق اويڙو، جيءُ جسم سان لڳو آ جـ
عشق عقل کي ڍاهي ڍاهي

٣. دانهان ڪيان ٿي وسريم واٽان، عشق اولانبو عرش تي
باه ڏئي ويو ٽاهي ٽاهي

٤. ساه ڪيان صدقي گهوري، جان جسم هڏ پڃي ٿو پـ
ڳاه ڪيون ٿو ڳاهي ڳاهي

٥. ”چيزل“ صدقي سر جي ٻولي، ڏک اڇن پيا پاتم جـ
ڪاه ڪيون ٿو ڪاهي ڪاهي

# ڪلام: ٢٨
## (سر تلنگ)

ٿلهه: عشق عجب هتي آيو آيو هي تہ ناتو ٿي نينهن نيايان

١. عشق ٻينو ميدان ملهائي سورهہ سر جو سانگو لاهي
جيئڙي جسم جلايو جلايو مون تہ ڇنڊي ٻين کي ڇا ٻڌايان

٢. عشق ڪيڏا وري ڪم ڪرايا ڪربل ۾ آٽي گهوٽ گهرايا
ڪوفين ڪوڙ ڪمايو ڪمايو هي تہ انگ ازل جو لکئي ڏنهن پايان

٣. شمس الحق جي کل ڪلائي سوريءَ تي منصور مارائي
انا الحق تہ الايو الايو هي تہ جلد جسم کئون جدا ڪري لاهيان

٤. انگ ازل جو لکيو پنهنجو پاڙيو صوفي-جو سر نيزي چاڙهيو
سرمد سيس ڪپايو ڪپايو اهي ناز تنهنجا وري ٻڳڻ تي ڳايان

٥. "چيزل" آهن کهڙيون ڳالهيون عاشق ماري ڏسي ٿو پاليون
پير پرجهي پايو پايو آهي عشق اويڙو ڪن منجهہ ڪاهيان

## ڪلام: ٢٩
### (سر تلنگ)

ٿلهه: محبت موجان لايون
اچي نينهن مچايا ناز ميان

١ـ هڪ الف اندر منجهه آيو
غير خودي جو خيال وڃايو
ويو عشق چنبن ۾ چايون چايون
ڏک سورن جا ڏئي ساز ميان

٢ـ خفي غفي ٿي روحي سالب
ذاتي اسم ته ذڪر آ غالب
ڪشف قلوب ڪمايون ڪمايون
هڪ وحدت وارا آواز ميان

٣ـ مست ڪري دل بي خود ساري
درد ڏکن جي آهي ته آزاري
ڏئي سور ويو سمجهايون سمجهايون
هڪ رمز قاسايا راز ميان

٤ـ سڌ پوي ٿي سرت نه ڪائي
"چيزل" رات ڏکن جي آئي
ويو پيچ پرين سان پايون پايون
ڇڏي علم عقل عرفان ميان

# ڪلام: ٣٠
## (سر تلنگ)

تلھ: پنڌ اٿي ڏاڍو اوري
پري ڇو ٿو پاڻ ڏسائين

١ـ توڪل وارا توڙ ڪٿون ھيڙا
موتو قبل ال اڳي ئي ميڙا
سر صدق ڪيائون گھوري گھوري
رھبر نيئي ٿو روءِ رسائي

٢ـ سڪ ڪٿون سندرو ٻڌائون ساھي
پنڌ اڳٿئون انھن جي چاھي
ويا ڪنھن جي نہ ٿوري ٿوري
پنھنجي سر تي ورھ وسائي

٣ـ جاڏي ڪاڏي ڳالھ اھا ئي
حق بنا ٻي وات نہ وائي
ڏکيا ڏونگر ڏس ڏوري ڏوري
ويھ نہ پنھنجو پاڻ ڦاسائي

٤ـ عشق ازل ڪٿون اڳ ئي آيو
چيزلؑ ڪر تون ساجھر سعيو
ذاتي ذڪر ڏس چوري چوري
پارس سان ڏس پاڻ گسائي

## ڪلام : ۳۱
### (سر تلنگ)

ٿلهه: آهن ناز تنهنجا اهي نوان نواڻ
مون سمجهي سڃاتو تون پاڻ آن

۱۔ ڪربلا ۾ ڪوس ڪرائيئي
عاشق پنهنجا پاڻ مارائيئي
سوز اچن ٿا سنوان سنوان

۲۔ شاهه بلاول گهاٽي پيڙائيئي
شمس الحق جي کل ڪلائيئي
رند ٿيا وڃي روان روان

۳۔ پيارو تنهنجو خاص جو هيڙو
ابراهيم آڙاهه منجهه پيڙو
حال ڪهڙو ڪنهن کي چوان چوان

۴۔ "چيزل" عاشق اتي ڪيئن اڙندا
سوريءَ تي منصور ٻه چڙهندا
پير نه پوئتي پوان پوان

# ڪلام: ٣٢
## (سر تلنگ)

تلھ: سھڻي صورت جو ڪھڙو ڪيان مون بيان
منڙو مست ٿيو حسن ڏسي حيران

١ـ لڳيون رمزان نين دلڙي ديواني
سچي آ صنم جي صورت سبحاني
لاحد لنگھي ويا لاھوتي لاثاني
برھ تن باطن آھي عشق عيان

٢ـ سدا سورن ۾ سرتيون وينا جاليون
سھڻي رڪيل جون پون ياد ڳالھيون
روئان راتو ڏينھان ڪيان روز زاريون
سئو ڦيرا صبدقي قدمين تي قربان

٣ـ عاشق انھيءَ ڪي وڌو سوز سازي
جان جسم جند جن ڪيو حوالي
ڪڏھن متان ڪٽي سھڻل نين پالي
ھٽي تير ابرو ماري مجگان ڪان

٤ـ جن ڪي ھدايت ويا سي ولايت
فيض فقر آھي شاھ عنايت
راز رڪيل جو ملي آ امانت
چيزل نڪي آه نيڻن ننڊ آرام

# ڪلام : ٣٣
## (سر تلنگ)

تلھ: دوست آهي منھنجو اھو دل وارو
اڄ تہ اسان وٽ ايندم ھاڻي

١ـ پل نہ تي ھڪ پري تون پاسي
دلڙي تو لئہ باسان تي باسي
سڄو آهي منھنجو سارو سارو
سڀ ڪنھن کي تو پاڻ سڃاڻي

٢ـ ٻئي تہ ڪنھن کي ڪين مان چوندس
مري ويندس توکي نہ ڇڏيندس.
ساھ ڪئون آهي ڏاڍو پيارو پيارو
حال اسان جو ھڪ تون ڄاڻي

٣ـ ايڏيون سختيون دل تہ سھي ٿي
سڌ سورن جي ڪانہ پوي ٿي
سخت ڏکيو آهي چارو چارو
ناحق ڇو تو پيو رولي توراڻي

٤ـ "چيزل" پنھنجي دل کي جاڳائج
ذاتي اسم سان قلب ڪمائج
دم ناھين تہ وسارو وسارو
محبت جو ميدان تو ماڻي

# کلام: ۳۴
## (سر تلنگ)

تلھ: سک سوز سھݨل دي سڑئیاں
لک درد وندیاں دیاں ݙڑئیاں

۱۔ میکوں پیر مغاں سمجھایا
ساݙا بخت تھیا سوایا
میں نال الف دي اڑئیاں

۲۔ عشق آیم سر زوري
لڳي رات ݙینھاں دي لوري
میں باب برھ دي پڑھیئاں

۳۔ "چیزل" چاک فراقیں ماریا
ڳجھ ٻُڈتیں اساں نوں ڳاریا
میں ویساں مول نہ کڑیاں

# ڪلام: ٣٥

## (سر تلنگ)

ٽلهه: دل وئين سڄي کسي
ايڏي بي پرواهي ڇو ڪرين

١۔ ڪيئي عاشق قتل ڪرائي
سوليءَ تي منصور چڙهائي
حال ايهو نہ ٿو ڏسي

٢۔ شمس الحق جي کل ڪلائي
ڪربل ۾ ڪيڏا ڪم ڪرائي
ناز ڪيون پيو هسي

٣۔ پري پيالو جام پيارئي
محبت ۾ ڪئي مست ڪرائي
وحدت ۾ ٿو وسي

٤۔ "چيزل" دلڙي ياد ڪري ٿي
هيڏي هوڏي ڪين لڙي ٿي
لوهه پارس سان گسي

۵۔

# ڪلام: ٣٦
## (سر تلنگ)

ٿلهه: ساٺت هڪ نہ ٿي سار ميان
آيا سخت غمن جا بار ميان

١۔ جاڪو تو سان نينهڙو لايم
صحت فرحت سڪ وڃايم
پل هڪ نہ ٿي مون ڪان پري پري
ڪرين ٿو دل تي وار ميان

٢۔ پتنگ پون ٿا مچ ۾ ڪاهي
سر جو سانگو لاشڪ لاهي
ڪنڌ اڏيءَ تي ڌري ڌري
ڪسي پير مغان پٺي ڌار ميان

٣۔ درد اندر ۾ دکايم دونهون
سورن ۾ آهي سٽت سونهون
باهه اندر ۾ ٻري ٻري
هي تہ روئي پٺي ڪٽي پار ميان

٤۔ "چيزل" پنهنجو پاڻ ۾ پيهي
ڏيئي اوجاڳو ڏس تون ويهي
نانءُ وتيون پيو ٽري ٽري
هڪ دم دم سان ديدار ميان

# ڪلام: ٣٧
## (سر پيلو)

ٿلهه: قلندر لعل اپني سي جلالي هون جلالي هون
نشا وحدت خمر پيئا موالي هون موالي هون

١. جسي مجهه ڪو ديا پيالا
اسي ڪا شان هئي اعليٰ
صاحب صورت سخا والا
اسي ديدار خيالي هون

٢. سچي سرڪي ديا ساقي
رهيا هئي خيال ڪل باقي
ڏٺم صورت صفا ذاتي
برهه بيشڪ بحالي هون

٣. ايسا انوار عجب ديا
سينا سارا صفا ٿيا
حجابئون غير ڪل ڳيا
ورة سي خود وصالي هون

٤. همارا لعل هم ساعت
جسي مجهه ڪو ديا وحدت
اسي هر دو جهان عزت
”چيزل“ ازلي آزاري هون

٥.

## ڪلام: ٣٨

### (سر پيلو)

ٿلهه: پلايا حوض ڪوثر ڪا
ووهي ساقي هوا ڪيسا
شرابون شوق ڪا پيالا
ديا هي جام وه ايسا

١ـ هويا مدهوش مئخانا
جو محبت ۾ ملا مجهه سي
صنم ڪي دست سي پيئا
عجب خوشبوءِ هئي خاصا

٢ـ ڪيا ظاهر ذڪر ذاتي
گيا ظلمات ڪا پردا
جو عين غين سي هڪ هئي
دوئي يڪدم هوا ماسا

٣ـ نہ جنت بهشت حوران ڪي
جو خواهش وو رهي دل سي
يڪي ديدار ڪي سڪ هئي
جدائي ۾ رها جيسا

۴ـ "چيزل" ڪا حال هي سارا
جو عالم لوڪ ڪيا جاني
ديا دتعدي و تنسي
تڪبر سي ڪيا پاسا

## کلام: ۳۹
### (سر پیلو)

تلہ: واہ واہ ملیا مرد حقاني　　هویا سر سبحاني
برقعا پا انساني　　ملیا مرد حقاني

۱- جنهن دي كيتي مئين سوالي　　يار مليو سي مست جلالي
ڏتڙس شوق شراب پيالا　　پيتم جام وصالي و هوا
نشا نينهن اتاريا سير ٿيا سلطاني

۲- پير يمغان سانون پارس مليا　　جنهندا قرب كمالي و هوا
گهن كر كوله پلهايس ميكون　　ڏتڙس دست دلالي و هوا
مهل انهي معراج ٻٽيو سي عرش متي آسماني

۳- ملک مولا دا عجب تماشہ　　سمجهي سير كيو سي
لدني رمز تي راز حقيقي　　آدم خاك نهيو سي
گل قل باغ باغيچا بن ڳيا　　دنيا هي جڳ فاني

۴- عشق لڳاين عاشق هويا　　گوشي گذر كيا تا وهوا
موتو پهلي موت سي مرنا　　دونون جڳ جياتا وهوا
اسكا معنيٰ مطلب هويا　　بيحد بره بياني

۵- فيض فتحپور عشق الاهي　　گهوٽ ركيل دا شاني
شعاع شمع تي عاشق آون　　پتنگ سوين پرواني
جهوك ميرانپور عبدالستار　　"چيزل" قدم قرباني

# کلام : ۴۰

## (سُر پیلو)

تلھ: مرنا ھئي وہ مرنا ھئي
سورھيہ سردا سانگا چوڙين
مرڻ سي ڦر کيا ڈرنا ھي
سوري تي سر چڙھنا ھي

۱۔ موت سي پھلي آپ کون مارين
قدم پچوتي پوء نہ نھارين
سر دا سودا سيس سنيالين
اھو کم قتل دا کرنا ھئي

۲۔ ايسا مست رھو رس يارو
سوري چڙھ کر سير گذارو
موت سي پھلي آپ کون مارو
سر جدا ڏڙ ڏرنا ھئي

۳۔ وحدت وادي واہ جو ھويا
اوکث فيما عشق لگايا
عمي اکثر اقتا ڏويا
يفعلويب ارنا ھي

۴۔ ايسا پيار پريت ھي ياري
عاشق رو رو عمر گذاري
اھل صفا چوڙ نند پياري
صرف سورين وچ سڙنا ھئي

۵۔ سک منصوري مام سجائي
اناالحق نار نارا مارين
سر سوري تي نيزي چاڙھين
کفر دا کلما پڑھنا ھئي

۶۔ رھو تہ عاشق بي ريائي
مٺ نہ مائٹ نہ کو يائي
خيال وجوديون ترک طمائي
پلک ھکو ھت رھنا ھئي

۷۔ ياکم الاياد الاوين
"چيزل" ايسا عشق لگاوين
وچ نفي دي مر تون جاوين
ٻيھر ٻارڻ وچ ٻرنا ھئي

# ڪلام : ٤١
## (سر پيلو)

ٿلهه: شان تنهنجو آهي اعليٰ
فتح پور والا والا

١ـ مرشد منهنجو شاهه رڪيل آ
سي لهي تو سنيالا

٢ـ عرب عجم جو احمد تون آن
لڪين آهن تنهنجا نالا

٣ـ دارا سڪندر در تنهنجي تي
نانگا گهمن تا نرالا

٤ـ پنڌ ڪري وڃي پاڻهين ڏسندس
چائنٺ چمندس دالا

٥ـ "چيزل" تنهنجي در جو دايو
تون ننگي ننگ پالا

## ڪلام: ٤٢
## (سر پيلو)

ٿلهه: دم نہ هٽڙي رهندس
فتح پور ويـنـدس ويـنـدس

١ـ جاتي آهي ڪار قتلِ جي
سرُ اڏي تــي ڏيــنـــدس

٢ـ پنڌ پوئـن جا پيرين پيادي
سهجئون سڪ مان سڌيندس

٣ـ طلب طمع کئون جيڪي تارڪ
حـال انـهن کـي چـونـدس

٤ـ "چيزل" صدقو سڪ وارن تئون
پـيـر تـنـهـن جـا چـمـنـدس

# ڪلام: ۴۳
## (سر پيلو)

ٿلهه: اڳيـــون جـاٽـــي نـہ جـاٽـــي
اسـين ان جا آهـيون
اســـيـن انـهي جـا آهـيـون
اسين انهي جا آهيون

۱ـ جيتر جيئندس در نہ ڇڏيندس
ايندو هاٽي تہ صبحاٽي

۲ـ دوست پنهنجي ڪاڻ دلڙي ماندي
ايندو هاٽي تہ هاٽي

۳ـ سڪ مان ساريان پئي تي سنياريان
دل تاٽي پئي تاٽي

۴ـ "چيزل" عاشق ڪيئي تہ ڪهايئي
پيڙي گهاٽي تو گهاٽي

# کلام: ۴۴
## (سرضلو)

ٹلھ: مئکوں رانجھن یار نہ ملندا
میڈا جیءُ اندر پیا جلدا

۱۔ مئیں سکندي سال گذاریم
هک ساعت یار نہ آیم
مئکوں رانجھن روۓ نہ لایم
میڈا ڈکڑا ڈینھں گذردا

۲۔ جند جوشئوں جان جلایم
سبّ سک وجود وچایم
کوئي ٹیرا یار نہ پایم
مئکوں لگڑا درد قھر دا

۳۔ جڈاں نینھں ماهي نال لایم
سبّ طعني سر تي چایم
اپٹا ننگ ناموس وچایم
میڈا ایویں لکیا ها ازل دا

۴۔ ڈاڈي ڈکڑیں ڈیل ڈکایم
مئیں ناتا نینھں نیایم
دل وچ دردان دود دکایم
پر "چیزل" ڈک زهر دا

## ڪلام: ۴۵
## (سرضلو)

ٹلھ: جڈان نینھن لایم نکو سک سھایم
ویتر وچوڑا ڈوجھا پیش آیم

۱۔ مئین تہ منی نون اھو مرض لڳڑا
جاري اندر وچ ڈاڈا زخم سڑدا
کنھن نون سٹانوان اھو حال دل دا
راتیان ڈینھان مئین رو رو نیایم

۲۔ ھک تہ مسایل ماریل ھجر دي
ڈوجھا بار غم دا ساعت نہ سردي
دم دم پنھل کان دانھان کریندي
ساري عمر مئین سکندي گذاریم

۳۔ پیا رات روھاتي ڳئي جدا
ڈادي مونجھ من وچ تسان بي پروھي
ڈکیا وقت لنگھدا سک ڳیا سیوئي
نینھن خواب وٹندا ٻن سیج ساڑیم

۴۔ اصلي اسانون لکیا اھو رایا
پنھل پیارا ھکدم نہ آیا
پیا پور "چیزل" سینا سوز ساڑیا
ڈادي ڈکان دا ڳل ھار پایم

# ڪلام : ٤٦
## (سرضلو)

ٿلهه: نڪو ملڪ ٿم مال سڀ پئي لٽايم
عقل انڌي ڪان ڦڪ نہ بچايم

١- دنيا اجائي سڀ ڪر صفائي
گڏ گهٽي ٽيندئي ايندئي وڏائي
ڪڏ تون گڏهه ڪي لاهوتي الله هي
ناحق مڏي تي منهن نہ مٿايم

٢- عقل انڌي جون ملڪ ميرا تان
ڪائڻ سمهڻ خوش لذت خوراڪان
پٽ تہ سچو هجي پهريان پوشاڪان
اهڙي بدن ڪان مولا بچايم

٣- عاشق اصل ڪئون توڪل تڪيہ ۾
فائدو ڏنو جن فڪر ۽ فائقي ۾
مڏيون چا ڪندا مال هٽندا مٽي ۾
سڄ جو سفر باري برهہ بچايم

٤- سڪ ڪئنو سبق حرف حقيقي پڙهيا سي
دنيا تني جا تعلق تڙيا سي
"چيزل" سورن ۾ قلبون ڪڙهيا سي
شاهہ رڪيل چڪن ڪون چڏايم

## ڪلام: ۴۷
### (سرضلو)

ٹلھ: ايھو احوال اندر دا کھنون آک سٹاوان مئين
آتش آڑاھ ٻل گيا اپني جان جلاوان مئين

۱۔ سينا سولين ساڑيا سارا
جگر دا ماس ھڏ گاريا
برھ پڑکا پيڑ ٻاريا
پتنگ سي جان پچاوان مئين

۲۔ برھ دي باھ ٻل گئي ھئي
جسم جل کر فتح ٿئي ھئي
صحت فرحت خوشي ڳئي ھئي
روئڻ سي روح ريجھاوان مئين

۳۔ پرين پيارا کھان ملتا
روئڻ سي روح نھين رھتا
تسلي دل اندر ھوتا
جدائي سر سھاوان مئين

۴۔ عجب نوکان جليان کيھان
روز ٿي روئان راتيان ڏينھان
"چيزل" سک کيئين سمھان ويھان
برھ برسر اٹاوان مئين

## ڪلام: ۴۸

## (سرڪلنگڙو)

تلھ: دلبر يار ڪا سينگار، مئين ديدار ڪرتا هون
دم ڏار دل يار، سر قربان ڪرتا هون

۱۔ ڳل وچ هار ڪر سينگار، ظالم ظلم ڪيا هئي
تيري ناز خوش آواز، عشق عذاب ديا هئي
مجگان مار اندر ڳار سينا ساڙ ڳيا هئي
مئين نادان هان بدنام، بيحد بار پرتا هون

۲۔ مئين مشتاق قدمين خاڪ، تيري هاٿ هويا هون
هڪ دن وار ڏي ديدار، تڪ تڪ يار رها هون
هنجون هار رووان زار، دکي سي ڏار ميان هون
هڪ بيواھ ڏوجهي آھ، درد ڪي دانهن ڏرتا هون

۳۔ مجھ سي پال نظر نال ڪيسا حال ڪيا تا
ڪرلبيس روپي ويس قر پرديس ڳيا تا
هي ارمان صبح شام ڪجھ ناڪام ڪيا تا
ڳتين ڳار مجھ ڪون مار زارؤن زار روتا هون

۴۔ مئين قربان جند جان سارا ساھ ڪيا هئي
مڏيون مال گھر پال جو ڪڄ حال هوا هئي
تيا آزار ڳيا سنسار خوش خيال ڳيا هئي
اڄ دن روز صنم سوز سڪ ۾ ساھ سڙتا هون

۵۔ تيري نام بن ويران دلبر دم نہ جيا هئي
دلڙي توڙ مجھ ڪو ڇوڙ ڪيسا قهر ڪيتا هئي
ڪاڏي طعام تني حرام سمهڻ سيج ڳيا هئي
"چيزل" جال هڏري پال جوشين نال جلتا هون

## ڪلام: ۴۹
### (سر پيروي)

ٿلهه: چشمن سان تير هڻن نيڻ ڪٽن
ڏاڍيون ڦهريون ڪجليون خماريل ڙي اديون

١. ديدان دل منجهه هڻن
ڪيفي اکيون ڪيس ڪرن
ڏورئون ڏسڻ ساڻ ڏنگن ونگڙو وڃهن
ڏاڍيون زابر زلفان زور اورڙي اديون

٢. ناز منجهؤن نيڻ ڪٽن
جيءَ ۾ جيڏيون ڪان هڻن
سورهيه ڪي سرڙو ڏين پتنگ پڇن
ڏاڍيون محبت مچ جون مچايل ڙي اديون

٣. حسن جون فوجان چڙهن
عاشق سر قتل ڪرن
صادق ڪيئي پيا ڪسن روز اچن
ڏاڍي سهڻي صورت سمايل ڙي اديون

۴. چاڪ "چيزل" روز چڪن
دل منجهه دونهان درد ٿا دکن
محبت جا مچ ٿا مچن اولاٿبا اچن
ڏاڍي تنهنجي درد دکايل ڙي اديون

## ڪلام: ۵۰
### (سر پيروي)

ٿلهه: تنهنجي درد دلبر ڪيا ڪيئي آزار
اچي سور سختيون سونهان ٿيم هزار

۱۔ تنهنجي عشق ماريا سوين سوز ساڙيا
ڪنن قول پاڙيا وڍي سرڙو ڏار

۲۔ ڪيئي ڪند ڪپائي سوين سر وڍائي
اهڙو عشق آهي بڌو هي پچار

۳۔ پيارا پاڻ مارائي نيزي سر چڙهائي
ستم ڏيئي سهائي گهوڙي گهوٽ سوار

۴۔ تنهنجي نينهن نوبت يڳا شينهن هئبت
انهي راز رحمت مڻي سرمدار

۵۔ آيو عشق زوري لڳي تن ڪي لوري
پئي جيءَ ۾ جهوري ويا سڀ سنسار

۶۔ ڏنا سيڪ سورن تنهنجي گهوٽ گهورن
"چيزل" چاڪ چورن وهن نيڻن نار

# ڪلام: ۵۱
## (سر پيروي)

ٿلهه: اڇي سور تيم سنگت ساٿي
منهنجي دلڙي ڪيئن وڃي ڦاٽي

۱۔ رڻ روهه رئي اڳيون رڪ ٽارائن
وڃن پيا عشق پوءِ نہ واجهائن
شينهن ٻيلائي چيتا پيا ڪائن
رڙڪي هڏ جسم هاڻ چاٽي

۲۔ ڪو مرد هجي اڇي پڙ ۾ ڪاهي
شلِ نہ نينهڙو ڪوئي نہ لائي
تڪو وري تاب آتش جو آهي
رکي ڪنڌ اڏي تي ڪاٽي

۳۔ سڏ سورن جي جن ڪي آهي
لڳت لڳي ويهان ڪيئن مان لڪائي
عام نہ ڄاڻن ٻين ڪان چاهي
پاڻي سئي جي لنگهي ٿو هاٽي

۴۔ ڏاڍو بار برہ جو ڀاري
خبر تنهن کي آهي توبهہ زاري
"چيزل" دلڙي سخت آزاري
هان سڪ جي سڏ نہ ڪا ڄاٽي

# ڪلام: ٥٢

## (سر پيروي)

ٿلهه: سمهڻ ننڊ ويم سڪ جي ساري
ماڻ تہ روئيندي رات گذاري

١- سيج پلنگ ساڙيان طول وهاڻا
ڪائڻ ڪاڏا زهر ٿي ڄاڻان
ڏڪڙا ڏسي پڇي سڪ ويم سياڻا
انهيءَ ڳاراڻي ڳڻتن ڳاري

٢- جبل جا جهاڪا رڪ جون راهان
رت پئي رووان ڪيان ٿي دانهان
پري پري سڏڪا ڏتڙيون ساهان
انهي ماتم مونجهن ماري

٣- لڳيون نينهن جون نوڪان ناز نوان
اڇن سر تي سختيون سور سهان
کهڙو حال ڏکن جو ڪنهن کي چوان
آٽي آگ آتش اندر ٻاري

٤- جيءَ ۾ لڳي آڃان ٿي ڄاڻي
عشق وارن کي ڪير سڃاڻي
حيرت هوش وڃايم هاڻي
"چيزل" چاڪ پون ٿا چوڏاري

# ڪلام: ٥٣

## (سر پيروي)

ٿلهه: ايها عيد اچائي ارمان اٿم
دم دوست بنان ويران اٿم

١۔ پياري پنهل بنا مان ڪيئن عيد ڪيان
نيٺ روز وهن ٿا نير نوان
هن جيڏيون جڳ ۾ ڪيئن مان جيئان
لڳو ڪان قهر جگر جان اٿم

٢۔ جنهن هوت پنهل سان مان حج ڪيا
اهي حال جا واقف منهنجا هيا
هاڻي سرتيون سفر تي ڪيئن ويا
نڪو اڄڻ نہ انجام اٿم

٣۔ جنهن ڪنئون ساهہ منهنجو هڪدم نہ سري
پنهل ڪيچ هليو ويو ڪلور ڪري
هن ڏکي جي ڏسڻ ڪئون ڏور پري
سچو سورن جا سامان اٿم

٤۔ ور ويهي ڪيئن مان وساريندس
لکيو لوح قلم انگ پاڙيندس
ساري عمر سورن ۾ گذاريندس
"چيزل" مونجهہ اندر ماتام اٿم

# ڪلام: ٥٤

## (سر پيروي)

ٿلهه: اچي پرچ پرين مان سان يار
تو لئي هتي منهنجو ساهه سڪي ٿو

١۔ سڪ اندر ۾ سڪ نه ٿي ساريان
پنهنجي پنهل کي ويهي نه وساريان
آهي دل منجهه دلبر يار
توٽي لڪايان ڪين لڪي ٿو

٢۔ ڏوهه گناهه مٿي جون منڊايون
هن بندي جون ڏس نه گندايون
اڳي قول ڪيئي اقرار
هاڻي وري مون وٽ چو نه ٽڪين ٿو

٣۔ الست بربڪم راز وڪائيئي
قالو بليٰ جو سبق سيکائيئي
آهي نينهن وارن سان ناز
درد اندر ۾ زخم ڏکي ٿو

٤۔ حيرت هال سمجهڻ اهنجو
پولو يائڻ "چيزل" پنهنجو
اٿي پردي اندر منجهه پاڻ
الانساني اولو رکي ٿو

# ڪلام: ۵۵
## (سر پيروي)

ٿله: لڳو درد جدائي وارو ڪان ميان
سارو جسم وجود ويران ميان

۱۔ عشق تنهنجي جي آزاري آ
برهه باهه اندر منجهه ٻاري آ
هي ميان درد وڇوڙي جي ماري آ
ڪهڙو سڪ جو ڪيان بيان ميان

۲۔ باهه اندر منجهه پئي ٿي ٻري
هڪڙو دم نه هجان تو ڪئون ڌار پري
هي ميان تنهنجي ملڻ ڪان پئي ٿي مري
آهيان پيار منجهائون حيران ميان

۳۔ زخم اندر منجهه ڏاڍو ڏکي
جيئن قاڙيل ڦٽ پيو چاڪ چڪي
هي ميان تنهنجي ڏسڻ ڪان پئي ٿي سڪي
ڪيان ساهه صدق قربان ميان

۴۔ "چيزل" آهي دلڙي اداسي
ڪيئن نه پرين وئي آهي تو سان قاسي
هي ميان محبت تنهنجي ڪاڻ پياسي
آهيان پتنگ شمع تي پروان ميان

# ڪلام: ٥٦

## (سر پيروي)

ٿلھ:	ايندم اوڍھون شال
وري ڪندا تہ وصال
تنھنجي ملڻ بنان
منھنجا ڏکيا ڏاڍا حال

١ـ	ور تہ پنھنجي جون واتان نھاريان
دل ڏاڍي آھي پئي تي سنياريان
ڏيان باھ تن کي ھڏ پئي تي ٻاريان
سک ۾ سڙي وئي لنگھي ويا سوين سال

٢ـ	ڪيچي قھر ڪري پنھل ڪٺي ويڙا
ڏيرن ڏکيءَ سان ڏاڍا ڏوھ ڪيڙا
ساٿي سويرا اچي سور تيڙا
ٻڌ تہ وڇوڙي جا وڏا ڏاڍا تي مثال

٣ـ	ڪيچ شھر ڏي ويندس مان ڪاھي
پنڌ تہ ڏونگر جو ڏاڍو ڏکيو آھي
سک ڪٿون جو سسئي ٻڌو سندرو ساھي
پير پٿر ڦاڙي ڦاڪون ڪيا پئمال

٤ـ	ڪيئن تہ پنھل سان ٿيڙم جدائي
ڪنھن کي ٻڌايان ڪونھي حال پائي
ساري رات رووان نڪا ننڊ ڪائي
"چيزل" سکن جا سڙي ويا سپ خيال

## ڪلام: ٥٧
### (سر پيروي)

ٿلهه: منهنجي تو کئون سوا ٿي ڪانه سري
تون دوست نہ ٿي مون کئون دم نہ پري

١۔ عشق الانبو باريو آ
تن ماس هڏن تئون ڳاريو آ
لکيو لوح قلم پنهنجو پاڙيو آ
تقدير قضا ڪيڏا ڪم ٿي ڪري

٢۔ ٿيا چاڪ سيني منجهہ چيرسنوا
نيڻين روز وهن ٿا نير نوان
اڇن سور سيئي مان سر تي ڪنيان
ڏاڍا ڏک نہ ڏسي تو ڏيل ڏري

٣۔ جاڪون تو سان نيهڙو ٿيو
سڀ ڪائڻ پيئڻ سک ويو
ايڏو عشق اڇي آزار ڪيو
جيئن باهہ اندر ۾ مچ ٿو ٻري

٤۔ تنهنجا طرحين طرحين جا ناز نوان
سانيني سور سيئي مان نہ ڪيئن ويهان
"چيزل" غم جون پهري پوشاڪ پايان
توڻي جيڏا ڪٽي ڏيو بار پري

## ڪلام : ۵۸
### (سر ڀيروي)

ٿلھ: ڏسي هن ڏکي جي حال تي مٺي خيال ڪجي
مٺي خيال ڪجي معلوم مر ته هجي

١ـ تو ڪئون سوا ٻيو ڪير آ
نڪو ٻيو پيو سجهي

٢ـ عشق چکي آڙاھ ۾
جيئن ڪٺانهون رجهي

٣ـ رت رووان تو ڪان روز پئي
جيءُ پنهنجو جهلجي

٤ـ چيزل عشق آويڙ ۾
سکيو ڪيئن سمجهي

## ڪلام : ۵۹
### (سر ڀيروي)

ٿلھ: سرتيون سک ويا چکن چاڪ پيا
ڏکيا آيا ڏولاوي جا ڏينهن وو

١ـ ڏکي ڏادي ته ڏهاڳ جي
ڪر هل ڪيچ هيا

٢ـ عشق تنهنجي ته آزار ۾
سوين سور رهيا

٣ـ ڪنهن ڏهون پايان ڪينڪي
لکئي قلم ڪيا

٤ـ "چيزل" طلب توحيد جي
محبت منجھ ميا

# ڪلام: ٦٠

## (سر پيروي)

ٿلهه: پنهنجي پنهل جي ڪاڻ ميان رلندي وتان پئي روهه ۾

١. سنجهي سات ڪٽي ويا او مون کي نه نياؤن ساڻ ميان

٢. هتئون چڏي ته هلي ويا او خالي هند ته وتاڻ ميان

٣. روئان پئي رڻ پٽ ۾ او اوٺي اباڻا آڻ ميان

٤. ”چيزل“ رسندم راهه ۾ او رهبر ايندم ڇاڻ ميان

# ڪالم: ٦١

## (سر پيروي)

ٿلهه: سڏڙا ڪيان ٿي ڪوڪان ڪوهيارل تنهنجي ڪاڻ ماندي آهيان ملندس شال

١. انگ ازل جو لکيو منهنجو آهي ڪيچ شهر ڏي ويندس ڪاهي
سور وارن جي لهندو سنڀال

٢. پند ڏکن جو موٽي نه مڙندس چوٽ جبل تي مون وڃي چڙهندس
پاڻ ڏسي ويا ڏکيا منهنجا حال

٣. سرتيون سورن جون ڳالهيون مان ڳايان لوڪ عالم کي ڇا ته ٻڌايان
تن لئه سڪان پئي لنگهي ويا سال

٤. ڪڏهن ته چيزل مان وات ايندو درد وندي کي دلاسو ڏيندو
لک ته پايان تنهنجون پلايون پال

## ڪلام: ٦٢
## (سر پيروي)

ٿلهه: مان تہ سورن ٽئون صدقي
پرين پسايو جن وو يار

١ـ ياپان پلايون ڏڪن جون
او واقف ڪيو آهي تن وو يار

٢ـ ڏک ڏسان مان روز پئي
او سڪن کي ڏيان ہن وو يار

٣ـ ڪوهيارل اٿم ڪيچ ڏي
او مون ڪٿون شل نہ رسن وو يار

٤ـ ”چيزل“ آڙاهہ عشق جو
اولانبا تہ اٿن وو يار

## ڪلام: ٦٣
## (سر پيروي)

ٿلهه: ڪنن جا ڪڙڪا وو يار
سڏي وڃا پئي سير سان

١ـ لڙهان لهرن وچ ۾
اوٹ ناهين اڙڪا وو يار

٢ـ تکو لنگهائيندم تار مئون
دوست نہ ڏي دڙڪا وو يار

٣ـ توڪل ترهي سان تريس
دپ وڏا ٿي ڪڙڪا وو يار

٤ـ ”چيزل“ سان تہ ملڻ جي
ڪراچي ٻڳڙ ڪا وو يار

# ڪلام: ٦٤

## (سر پيروي)

ٿلهه: مون ۾ ٿي عيب هزار
حال منهنجو توکي معلوم آهي

١. دل ته منهنجي دلبر تو سان آهي
ٻئي ته ڪنهن سان منهنجو چاهي
سائين منهنجا سردار

٢. نينهن لڳو آ تو سان جائي
لوڪ عالم کي خبر نه ڪائي
دم نه ٿجانءِ مون ڪئون ڌار

٣. عشق تنهنجي مدهوش جو ڪيڙو
ڪائڻ پيئڻ سڀ زهر جو تيڙو
وسري ويا سنسار

٤. سڪندي وئي آ عمر ساري
درد فيراقن وڇوڙي ماري
رووان ٿي زارئون زار

٥. "چيزل" عشق اٽانگو آهي
سر جو سانگو ڇڏ تون لاهي
هڻي نعرو ٿي نروار

# ڪلام: ٦٥

## (سر پيروي)

ٿلھ: لٽيل دل پئي ڦرجي
ڳُٽتين ڇو نہ ڳار يار

١- سسئي سورن ۾ سڙي
پنهل ٿيس ڏار

٢- ڏير تہ ڏاڍ ڪري ويا
ڪيچن ڪيڙي آڪار

٣- مل اچي مان سان پرين
نہ تہ مني کي ڪٿي مار

٤- ڏکي پئي دانهان ڪري
سڏ ٻڌج سردار

٦- سهٽل تنهجي سک ۾
رووان زارئون زار

٧- سورن ساڙيو ساھ کي
اندر سخت آزار

٨- هاٿي حال ڏکيو ٿيو
سنت لھ تون سار

٩- "چيزل" پٺو تہ چڪي ۾
سورن ۾ ڪٿي ٻار

## ڪلام: ٦٦
### (سر پيروي)

ٿلهه: ڪيئن سمهي گذاريم سيج تي ڇڏي ور ويو
ڇڏي ور ويو مونسان ڏيرن ڏاڍ ڪيو

١. ڪاهي پڇندس ڪيچ ڪي
اڇي پيرين پنڌ پيو

٢. باهه ڏيان تہ ڀنڀور ڪي
سورن سات رهيو

٣. ڏکيا پنڌ ڏونگر جا
مون ڪي ڪنهن نہ چيو

٤. ”چيزل“ پنڌ پرين ڏي
واقف حال هيو

## ڪلام: ٦٧
### (سر پيروي)

ٿلهه: مونجهي آهي ماندي
آيل وو آريءَ ڄام ڪان

١. سنئي سيج ۾ راتڙي
او روهن ۾ رهندي

٢. ڏير تہ ڏيئي ويم ڏوجهرا
او جبل جهاڳيندي

٣. آئي ڏاڍي ڏوجهرين
او سور مڙئي سهندي

٤. ”چيزل“ چڙهندس ڏونگرين
او لڪ لنگهي لنهندي

## ڪلام: ٦٨
### (سر پيروي)

ٿلھ: مون کي ماروئڙن جي
آهي طلب تمام وو يار

١ـ جن جي آهيان مان تن ڏي ويندس
توڙي ڪرن قتلام وو يار

٢ـ ماروءَ ويا اٿم ملڪ انهي تي
مون کي ڏئي ويا مام وو يار

٣ـ ڏاڍا سر تي ڏک تہ ڏئي ويا
دل کي وجهي ويا دام وو يار

٤ـ ”چيزل“ ساري عمر سورن ۾
کھڙي ڪل پئي عام وو يار

## ڪلام: ٦٩
### (سر پيروي)

ٿلھ: ڏونگر جا ڏاڪا وو يار
ڏوريندس ڏکن سان

١ـ پنهل جا پيرا ڏسي
وڏا ڪنديس واڪا وو يار

٢ـ ڏسي جوش جبل جا
او دل ڪري ڌڪا وو يار

٣ـ لڪ وڏا لاڙا اٿس
او جبل جا جهاڪا وو يار

٤ـ چڙهي چيزل چوٽ تي
او ڪوڪ ڪندس ڪاڪا وو يار

# ڪلام : ٧٠

## (سر پيروي)

تلهه: ملڪ مولا جي موجان ٿا ماٽيون
هڪ بنا ٻئي ڪنهن کي نہ ڄاڻيون

١ـ ڄاڏي ڪاڏي سهي تہ سڃاتم
پنهنجي پرين سان پڪو پيچ پاتم
سمجهہ وارا توکي ٿا ڏسن سياڻيون

٢ـ ڳولي ڦولي يار لڌو سي
هر دم هڪ سان خيال ٻڌو سي
عشق بنا ٻيون ٿي ڪوڙيون ڪهاڻيون

٣ـ سمجهہ ڪري تون سهي تہ سڃاڻج
پنهنجو پاڻ کي اصلي نہ آڻج
هر دم هڪ تي يقين ٿا آڻيون

٤ـ "چيزل" صدقي سر ڪيان گهوري
جان جسم هڏ ڀڃي ويو ڀوري
اصلي اڳ جون ڳالهيون نہ پراڻيون

# ڪلام: ٧١

## (سر پيروي)

ٿلهہ: مشڪل جيئري مرڻو آ
مشڪل جيئري مرڻو آ

چوٽ سوليءَ تي چڙهڻو آ

١- پنهنجو پاڻ کي قتل ڪري ڏس
سر اڏي تي ڌرڻو آ

٢- عشق جو پنڌ آ ڏاڍو اوکو
ڪم قتل جو ڪرڻو آ

٣- بره جون باهيون ٻيڙ ٽا پڙڪن
سوز انهي ۾ سڙڻو آ

٤- ”چيزل“ ايڏيون سختيون سر تي
بار بره جو کڻڻو آ

# ڪلام: ٧١

## (سر پيروي)

ٿلهه: مشڪل جيئري مرڻو آ
مشڪل جيئري مرڻو آ

چوٽ سوليءَ تي چڙهڻو آ

١- پنهنجو پاڻ کي قتل ڪري ڏس
سر اڏي تي ڌرڻو آ

٢- عشق جو پنڌ آ ڏاڍو اوکو
ڪم قتل جو ڪرڻو آ

٣- بره جون باهيون ٻيڙ تا ٻرڪن
سوز انهي ۾ سڙڻو آ

٤- "چيزل" ايڏيون سختيون سر تي
بار بره جو کڻڻو آ

## ڪلام : ٧٢
### (سر پيروي)

تله: پاڻ پنهل ڪيچ ويو مون کي ڪنهن نہ چيو
ڪين لڌائين وو سُتيءَ جون سنياران الا

١ـ سسئي کي سنجهي سرتيون ڏاج ڏکن جا مليا
بد توڪل جهاڳ جبل لکيو تي ازل
کهڙيون ڪيان مان ڪنهن سان پچاران الا

٢ـ ماءُ جهلي جهولي ۾ وجهي ڏني تہ ڏکن جي لولي
سي ڪنجاڻ پوءِ نہ پنجاڻ ڪجھ نہ چئجاڻ
متان مونکي ڏين مياران الا

٣ـ ڏک چئي ڏولاوا ڏاڍا سنگت تيا اڇي سرتيون
پاڻ ويندس پند مان ڪندس لک لنگهندس
ڪوڪان ڪيان تي بدندو تنواران الا

٤ـ "چيزل" سيوئي سسئي سور ڪنيا هن سر تي
واٽ ڏکي هڪ تہ بکي هيو وجي پئي تکي
پير تتي جا ڦاڪون تيا ڦاران الا

## ڪلام: ٧٣
### (سر پيروي)

ٿلھ: مون نہ ھتي رھندس وو يار
گھوريان گھر تہ پنيور جا

١ـ پکا پنھنجي پرين جا
او ڏورئون وچي ڏسندس وو يار

٢ـ جاڳي رات رھي ويا
او رند ڏسي رڙندس وو يار

٣ـ ھن پنيور کي باھ ڏيان
او ڪيچن سان ملندس وو يار

٤ـ ”چيزل“ ويھان ڪيئن واٽ تي
او پنڌ پيرا پڇندس وو يار

# ڪلام: ٧٤

## (سر پيروي)

ٿلهه: مارو ويا پنهنجي ملڪ تي
او ڦاٽي ڦٽ ۃفراق ميان

١ـ درد ڏيئي دلگير ڪيائون
چير وجهي ويا چاڪ ميان

٢ـ ٻڌتين ڳاريو ٻجهه ۾
او غرض ڪيو غمناڪ ميان

٣ـ ڏيئي وڇوڙو هليا ويا
او ماندي آهي مشتاق ميان

٤ـ ”چيزل“ دم ڪيئن ڌار ٿيان
او انگ لکيو حق پاڪ ميان

# ڪلام: ٧٥

## (سر پيلو)

ٿلهه: الائي ڪڏهن ايندا
ويندا ڏينهن ڏکن جا

١ـ پرين ايندم پاڻ ميان
نال ورتيون نيندا او يار

٢ـ هتي رهندس ڪينڪي
چاڪون مون کي ڇڏيندا او يار

٣ـ سڪ ۾ ساهه سڙي ويو
گولي کي گڏيندا او يار

٤ـ ”چيزل“ حال اندر جو
ڪنهن کي نه ڏيندا او يار

# کلام : ٧٦

## (سر جوگ)

ٹلھ: آيا عشق حقيقي شاهي شور مچايا
موج محبت والي ازلي آتش لايا

١۔ عشق ازل دي ماريا نعرا
دئي کنون دل هکا هوئي
هادي حاضر ناظر
يچ ڳيا کل انڌارا
صاف وجودؤن سارا
مخفي مام الايا

٢۔ نفس عقل دي عزت منصب
حوران پريان جنت جايان
هر دو جهان وسارين
لذت کل وڃايا
خواهش نفس امارا
پيچ پرين هک پايا

٣۔ عشق اولانبا لايا،
حرف هکوئي هادي ڏسيا،
حال حکايت والا،
دل وچ محبت مچ مچايا
سولان سبق پڙهايا
پيريمغان سمجهايا

۴۔ بار بره دا باري آيا،
راز حقيقي رهبر والا،
چيزل چشم ماهي دي
نوبت نينهن وڃايا
چم اکيان سرچايا
ڏادي چوٽ چلايا

## ڪلام : ٧٧
### (سر جوڳ)

ٿلهه: پيالا مست پلايس نينهن نشانهين لهندا
سرڪي ساقي والي وهواڪيف خمردا

١- ساقي سانون پرڪر پيالا، وحدت جام پلايا
مست ٿيو سي محبت وچ، ٻي وائي ڪل وڃايا
پولا پڄ ڳيا سارا، هر جاءِ نور نظر دا

٢- شوق شراب تي عشق الاهي لام لذيذ چکايا
سؤبار صدق تنهن سهڻل ٿئون، جنهن اپنا اسم وڪايا
دئي دور تڙايا، ونحن قول پرين دا

٣- آب حيات اسان نون ازلي دستئون خضر ملايا
حال حيات هميشه هر دم خطرا موت وڃايا
عشق آگ اندر وچ، لڳڙا سوز صنم دا

٤- هادي حرف حڪايت والا، علم سارا سمجهايا
اولا ڪر انساني آيا، احدؤن عبد سڏايا
"چيزل" صحيح ته سڃاتم، برقعا پايا بشر دا

# کلام: ۷۸
## (سر جوگ)

تلہ: ہم اسي اسرار سي ہر وقت ہر دم گم ہوا
کؤن اندر پیا پولیندا اور دیگر تم ہوا

۱۔ خاک ۾ حق پاک هئي
واحد سي وجود هئي
فرقان ۾ فرمان هئي
انسان سر اُتم هوا

۲۔ اسم جسم جان هئي
صورت سي سلطان هئي
لاحد لامکان هئي،
خیال کل ختم هوا

۳۔ کفر اور اسلام ۾
آدم اعلیٰ شان ۾
اها ذات هئي انسان ۾
خاص مظهر خود هوا

۴۔ دائمي دیدار هئي
فرخندسي آثار هئي
"چیزل" هم کل یار هئي
اثبات ۾ ظاهر هوا

# کلام : ۷۹

## (سر جوگ)

ٹلھ: عالم اسي آڑاھ سي، جلنا هيا جسكو جگر
تجھ كو طلب تكرار كا، هر وقت هئي هم كو صبر

۱۔ تيري كتابون مين لكت
ميري پاك حق كي هي صفت
اس كا مذهب اسكي ملت
ديگر هم هۂ كل هي مكر

۲۔ پڑه پڑه كتابون كا سبق
كيون عشق سي نهين غرق
احد احمد كيها فرق
ظاهر نظر سي هي بشر

۳۔ قاضي كنهن زير و زبر
مسلي پڑهن ڈادي فخر
او عشق سي هئين بي خبر
وحدت نہ جاٹن سي ذكر

۴۔ وارين نمازون كا ورق
سجدا صنم كو ديو ويك
عرشئون مكان جس كا فلك
اسكو عيان ساري نظر

۵۔ هر دم طلب توحيد كا
آدم بنيا هئي خاك كا
دم پاك "چيزل" ذات كا
هر جاءِ هو يا شيءِ قدر

## کلام: ۸۰
### (سر جوگ)

تله: تیري عجب اسرار کا مجھ کو ھوا کیسي خبر
ھم ھون ھر دم درد سي دیوان او دربدر

۱۔ گلي گلي م گول کرکي
یار آیو سي نظر
دیدار میري دل کو لتیا
ڦر آوي کیوین صبر

۲۔ بره کي بازار م
سودا کیا ھئي سربسر
العشق نارالله میرا سي
جل گیا جان و جگر

۳۔ بي نیازي یار کي
بیحد کیا ھئي بي خبر
بن پیارل یار دي
کاونڻ پیوڻ ھئي سپ زھر

۴۔ مجھ کو وره ویران کیا
کل گیا ھئي ٻار گھر
جس ني "چیزل" دوڎ دکایا
ھر دوجھان اسکو اجر

# ڪلام : ٨١
## (سر جوڳ)

ٿلهه: عشق جون اٿيون چاليون چاليون
چئي مان ڇا ته ٻڌايان

١۔ عشق اندر ۾ آڙهه ٻاريو
سيج پلنگ سڀ مان سمهڻ ساڙيو
جيئري مري ٿا جاليون جاليون

٢۔ عشق بنامثل جهنگل حيوانا
توڙي هجن ڪي ملان ملوانا
سڀ ٻڌن سچ سياليون سياليون

٣۔ مام مردن جي ڪير سڃاڻي
سالڪ ٻاجهئون ٻيو ڪير تو ڄاڻي
کهڙيون ڪيان ڪنهن سان ڳالهيون ڳالهيون

٤۔ مرد اها ٿا منزل ماڻن
جاڻي سوريءَ تي منصور کي چاڙهن
قول وچن پنهنجو پاليون پاليون

٥۔ "چيزل" ڇڏ تون فخر وڏائي
سڀ ڏنڌا ٻيا ٿي ڪم اجائي
ڪري نظر ڏس ڀاليون ڀاليون

# ڪلام: ٨٢

## (سر جوڳ)

ٿلهه: ڪيچي مان سان قهر ڪري ويا رولي ويا رڻ ۾
چڏي ويا سسئي کي سج ۾

١. ڏاج ڏکن جا ڏير ڏئي ويا
سور لکين سر تي سوين
پنهل بنا پرديس انهي ۾
هتڙي ڪونه وٽي

٢. ساعت جن ڪئون ڪين سري
ويا کھڙي ڳالهه ڳٽي
انهيءَ جيئڻ ڪئون صدقي سسئي
شل ڪو موت ڪٽي

٣. ساڙي شهر ڀنڀور جو ويا
ڀينگ چڏي بر ۾
هن تتي تقدير لکيو هو
جيڪا باب ٻٽي

٤. "چيزل" آهان عشق وارن جون
دانهان ڪن دل ۾
دم دم چڙيل چاڪ چکن تا
ڦاٽن ڦٽ ڀلمين

# ڪلام: ٨٣
## (سر جوڳ)

ٿلهه: سمجهي سرت سان ٿيءُ
مسافر ٿي ماڳ اجايو

١ـ جي تون ڄاڻي جيءُ ڄاڳائج
غير پليتي پاڻ نہ وڌائج
جيئري مري تون جيءُ
تڏهن ٿيندءِ سفر سڄايو

٢ـ فڪر ڪري تون ٿي وڃ فاني
اصل نڪو تنهنجو نانءُ نشاني
هن ڪي جيڏي ڏي هيءُ
الف ڪمائي اسم ڄاڳايو

٣ـ آيم اوڄاڳا ننڊ نہ ڪائي
درد ڏکن آڻي دل ڄاڳائي
پرُ ڪري پيالو پيءُ
رهبر واري رمز ريجهايو

٤ـ موج مستي جي بي خود ساري
آگ اندر ۾ آتش ٻاري
وحدت وارو ٿي ويءُ
پيار "چيزل" توکي پرت پڄايو

# ڪلام: ٨٤
## (سرجوڳ)

ٿله: عاشقن الله کي لوچي لڌون، ڏس ڪيئن لهي
پاڻ کي پئمال ڪيئون، ثابت ٿيا ساڳي سهي

١ـ هي اشارو آ انهن کي
جيڪي جڏي ويا ٻئي
طرفين کان تارڪ ٿيا
هڪ دوست سان دلڙي رهي

٢ـ اصل کان اقرار هيڙو
پاڻ پنهنجو ويا چئي
قالوٗ بلٰيٰ واري قول تي
پڪا ٻول ٻڌي ويٺا نهي

٣ـ سر مٿي سوري چاڙهي
اناالحق چون هوڪا ڏئي
الله آدم عين آ
ونحن ڏي ويا اوهي وهي

٤ـ "چيزل" اولو عشق لاٿو
ظاهر وجي ذات ٿي
ليس في الدارين غيري
ڪنهن کي ٻڌائن ڪيئن ڪهي

## ڪلام: ٨٥
## (سر جوڳ)

ٿلهه: مرد ٿي منصور جان
چو تو ڍڇين تون عام ڪئون
عاشق الف اثبات ڪر
واندو نہ ٿي هڪ نام ڪئون

١۔ جن ڪي طلب مولا سندي
اهي غير ڪون ويڙا لنگهي
هر دم حاضر حق ڏسن
محبت سنڌي مئخان ڪئون

٢۔ سهجون ڏيئي سر ڪين مڙ
سورهه مٿي سوريءَ تون چڙهه
ناتو نيائج نينهن سان
نيزي سندي نشان ڪئون

٣۔ توبهه ڪري توڪل ڀڏي
ڏس سالڪي تون رندي
عارف ائين عوشاق ٿئين
سانگو لاهي سر ساهه ڪئون

٤۔ ورد واري ڇڏ طمع
رهه مست "چيزل" تون مدام
ٿي نينهن ۾ نانگو نشان
ڪلي عقل عرفان ڪئون

# ڪلام: ٨٦
## (سُر وهاڳ)

ٿلهه: منهنجي دل جي خبر ڪنهن کي ڪانه پئي
ساري رات اسان جي روئندي وئي

١. دل درد منجها رؤن دانهن ڪئي
مٿي عرش عظيم تي آهه وئي
ڦاڙيا ڦٽ تہ فراق هزار ڪيئي
ڪهڙو حال ٻڌايان مان ڪنهن کي چئي

٢. ايهو خون جگر جو پيئڻ آ
ڪهڙو درد غمن جو جيئڻ آ
ڪنهن کي ڏک جا ڏوراپا نہ ڏيڻ آ
اڳيئون روه جبل جي آ رُڪجي رئي

٣. اهڙي عشق آڙاهه ۾ ڪير اچي
گهري مچ ۾ مانجهي مرد مچي
ڏسي شعاع شمع جيئن پتنگ پچي
پرين پاڻ ويو ڏاڍا ڏک تہ ڏيئي

٤. "چيزل" ڪر نہ تون ساهه سکيو
اهڙو درد جو دل منجهہ دوڏ دکيو
منهنجي قسمت ۾ جيئن قلم لکيو
جند جان سڄي مان قربان ڪئي

## ڪلام: ٨٧
### (سر وهاڳ)

ٿلهه: او دلڙي ڪٺي دلبر يار ويو
منهنجو ساهه سورن ۾ پيو

١. ويٺي ڳڻيان پئي وار مان
ٻي نه ڪيان ڪا پچار مان
او روئي پريان سڏڪار مان
منهنجو حال هي ڏکڙن ڪيو

٢. ڪر ته اچي ڪو وصال مان
روئيندي لنگهي ويم سال مان
او ماري هجر ڪيو پئمال مان
اچي درد دل منجهه هي رهيو

٣. سَوَ سور سهمان پئي سهان
پنهنجو حال ٻين کي ڇا چوان
او هاٺي ٻڌايو مان ڪيئن ڪيان
مون ڪئون دوست دلبر ڌار ٿيو

٤. "چيزل" اهي اوٻر اچن
تنهنجي جوش ۾ جيرا پچن
او محبت سندا مچ ٿا مچن
اندر عشق جو آڙهه هيو

## ڪلام: ٨٨
## (سرڪونسيو)

تله: هل هوت ڏي تون هيڪلي
چڻ آسرا اصلي نہ ڪر

١ـ ڪيڙن ستي سهٽل ويم
هاٽي پنڌ ڏاڍو مشڪل ٿيم
سرتيون جبل جهاڳڻ آيم
ڪوڪان ڪيم سڏڙا تون ير

٢ـ سڪ ڪئون اٿي سندرو ٻڌي
هل ڪيچ ڏي پيرين پنڌي
ڏاڍا ڏکيا ڏونگر لڪَ لنگهي
وڃ دوست دلبر جي تون در

٣ـ شهر ڀنڀور جا آسرا
لاهي ڇڏج لوڪئون ليئا
سرتيون ڏولاوا ڏک مليا
ٻڌ سورن جي ساهي ڪمر

٤ـ هئي هئي پٽيندي عمر ويم
اهو انگ ازل ڪئون لکيو هيم
"چيزل" لڳت مون سان لڳم
دکن دوڏ ٿا دونهان اندر

# کلام: ۸۹

## (سر سهڻي)

ٹلھ: دور هئي يارو ديس همارا کهان عجب سي آيا هئي
وهوا سير اسي هئي جڳ کا کس ني آپ بنايا هئي

۱۔ کهان آدم نون جب جوڙ بناکر
ڳجھ اسرار ڇپايا هئي
بيرنگ دا اهو راز الاهي
انت کسي نہ پايا هئي

۲۔ کن فيکون دا کن کهاکر
صورت سب سمايا هئي
الانسان تي برقعہ بشري
اپنا سر ڇپايا هئي

۳۔ قم باذني قول کهاکر
قالو بلیٰ بتايا هئي
عرش منور آپ بنايس
قدسي کونہ وکايا هئي

۴۔ کڏان احمد شاه وچ عرب دي
امن عدالت آيا هئي
شهنشاھ رسول سڏاکي
اپنا فيض وڌايا هئي

۴۔ ظاهر اپنا نام ڌراکي
عابد لوک سڏيا هئي
”چيزل“ ميري ذات نہ کوئي
ناتہ کسي کا ڄايا هئي

## ڪلام: ۹۰

### (سر سهڻي)

ٿلهه: ڪون هماري حال ڪا واقف
آدم اصل نہ ڄائي هون
ظاهر ذات صفات هي ميري
ملڪ فنا وچ آئي هون

١ـ آدم دي وچ آپي آڪر
بشري بيک بنائي هون
احمد اسم نام همارا
ميم ڪا برقعا پائي هون

٢ـ حال حلاج هم اوست ٿيو سي
سر پر سانگا چائي هون
دم دم اناالحق جو ڪهيا
سولي سر چڙهائي هون

٣ـ شمسي ڪمبي قول ڪهيوسي
کلڙي آپ ڪلائي هون
وچ ڪربل دي ڪنڌ ڪپاڪر
سر پر ستم سهائي هون

۴ـ ڪل شيءِ الا يار ٿيو سي
خطري خام وڃائي هون
ماسو الله موت نہ ڪوئي
"چيزل" پول پلائي هون

# ڪلام : ٩١
## (سر سهڻي)

ٿلهه: ڪڏان تہ ڪعبا مست قلندر
ڪڏان نفي وچ ناهيون وهوا

١۔ ڪڏان قضائف پاڪ مسلا
هنري حڪم هلايون وهوا
ڪڏان وت ويندي وچ بت خاني
شيشا شوق انايون وهوا

٢۔ ڪڏان شاهي تخت سڪندر
سرلو لاڪي پايون وهوا
ڪڏان گداگر گشت ڪريندا
در در چيريون چمڪايون وهوا

٣۔ ڪڏان اناالحق آپ اليندا
سر منصور سڏايون وهوا
سوري چڙھ ڪر سير ٿيو سي
نعرا نينهن وڄايون وهوا

٤۔ رڪيل سائين راز وڪايا
ستت لڏائين سنيارن وهوا
ڳلي ڳلي ۾ سير تماشا
رنگ پور وت وهايون وهوا

٥۔ "چيزل" چارئي عناصر چوڙين
هڪ دي نال هڪ هووين وهوا
هو وڻ هستي حال مڙوئي
پاڻ نہ پنهنجو پانيون وهوا

## ڪلام : ٩٢
### (سر سهڻي)

ٽلو: مئين هون ڪافر عشق سي عاشق
مسلماني سي ميرا ڪيا
دين ڪا مذهب دور هئي يارو
اور أسي سي تيرا ڪيا

١ـ چوڙ کي هستي گهن ڪر مستي
ڳل وچ جٽيان پاوڻ ڪيا
تلڪ لڳاوڻ ساڌ سڌاوڻ
سجدي سر جهڪاوڻ ڪيا

٢ـ ملان مسجد واعظ ڪريندي
جوڙکي مسئلي جائز ڪيا
نال رجاوت ڪارڻ ڪثرت
اپنا فخر وڌاوڻ ڪيا

٣ـ عاشق عين حقيقت والي
قلبي ذڪر ڪماوڻ ڪيا
نام نزول هئي شان تنهاندا
آيت آپ لکاوڻ ڪيا

٤ـ "چيزل" پولا آپ نہ پاوين
لوڪان خلق مناوڻ ڪيا
جو ڪوئي آپ نون آپ مناوي
بئي تہ ڪنهين نال ڪم هي ڪيا

# ڪلام: ٩٣
## (سر سهڻي)

ٿلهه: ڏس مدينو مرسل جو
ڪعبو آهي تو سان ساڻ

١۔ جاتي حج حقيقي آهي
ڪر طواف تون دل کي ٿاهي
ونحن اقرب ويجهو چاهي
پر جهي ڏس تون پنهنجو پاڻ

٢۔ انا احمد احد هڪوئي
ميم جو برقعو ناهي ڪوئي
واحد شاهد سڀ ۾ سوئي
بلا ميمي رمز سڃاڻ

٣۔ ڏس تون پنهنجو پاڻ ۾ ڳولي
ڪير اندر ٿو ٻوليون ٻولي
لاالاہ پل نہ پولي
الا الله جو مقصد ڄاڻ

۴۔ ڪعبو خاص خليل ٺاهيو
تون آن اصلي ڪنهن جو ڄايو
آدم ٿي نہ الله سڏايو
"چيزل" اولو عالم ڪاڻ

## ڪلام: ٩٤

### (سر سهڻي)

ٿلهه: پاڻ الله آدم ٿي آيو
برقعو پائي انساني الا

١. انا احمد بلا ميمي
محمد نور نشاني الا

٢. الانسان تي خلق الا آدم
آهي سر صبحاني الا

٣. ونحن اقرب پاڻ چيائين
دل ۾ اٿي دل جاني الا

٤. سمجهي پاڻ کي ڏس تون چاهين
ڪونهي تنهنجو ثاني الا

٥. ”چيزل“ تون پي اهو ئي آهين
آدم اعليٰ شاني الا

## ڪلام: ٩٥
### (سر سهڻي)

ٿلهه: خاطر الف اسم بن آدم
اسي قرب ڪنهين هت آيي هون

١ـ قول اڳي اهو ٻول ٻڌوسي
دم دم دلبر ياد ڪيتوسي
اسان دل دا مطلب پايي هون

٢ـ مستي اسان نون محب ملايا
هستي دئي سڀ دور جي ٽيڙا
اسان جسم جان جلايي هون

٣ـ الف اسان نون اثبات اندر وچ
نينهن نفي هڪ نام نظر وچ
اسان روحي رمز دلايي هون

٤ـ پلئي پڪي اڇي عشق پيوسي
تان طمع سڀ ترڪ ڳيوسي
اسان "چيزل" ڪين ڪمايي هون

# کلام: ۹٦

(سر سھڻي)

ٿلھ: الف دا علم پڙھاوڻ سک
سولان نال نياوڻ سک

۱ـ علم باطوني جوئي پڙھيا
عمر ساري وچ سولان سڙيا
ھک دي نال پريت جو رليا
روئيندي رات ريجھاوڻ سک

۲ـ عشق اندر وچ آگ ٻليندا
جيرا بکيان ھانءُ جليندا
ٻن کباب تي رمز رليندا
خون جگر دا کاوڻ سک

۳ـ ٻارڻ عشق جنھين سر ٻردا
ھويا جيئري موت قبر دا
عاشق آڙاھ وچ پيا سڙدا
جيئري جان جلاوڻ سک

۴ـ "چيزل" سور سدائين ھو ون
کر خوراک خوشي نون کاون
نال غمان دي نينھن لڳاون
آڙه عشق اڙاوڻ سک

# ڪلام: ٩٧
## (سر سهڻي)

ٿلهه: عاشق الف سان اکڙيون اڙايون
بي جو پولو لاهيوا تن
سوز فراق ۾ جيڪي سڙيا
جاري اسم جاڳايو تن

١- ترڪ طمع هو طلب نہ ڪنهن ۾
خواهش خواب وڃايو تن
سهڄئون سي ئي سرڪ جي پيتئون
دردون دوڙ ڏکايو تن

٢- جوڳي جسم جلائي سارو
سامن سور وهايو تن
جيڪي لاهوتي لام سان لڙيا
وهوا سفر سجايو تن

٣- هو غازي منجهه گم ٿيا وحدت
مري پاڻ ملهايو تن
ستت سيئي سچ لڳهي ويا
ڪڏي ڪڏي قدم وڌايو تن

٤- ساهه سجو قربان صنم تئون
گهوري سرڙو گهمايو تن
جيڪي "چيزل" چرخو چورن
صاحب سچ تہ سمايو تن

# ڪلام: ٩٧
## (سر سهڻي)

ٺلهه: عاشق الف سان اکڙيون اڙايون
بي جو ٻولو لاهيو تن
سوز فراق ۾ جيڪي سڙيا
جاري اسم جاڳايو تن

١ـ ترڪ طمع هو طلب نہ ڪنهن ۾
خواهش خواب وڃايو تن
سهڄئون سي ٿي سرڪ جي پيتئون
دردون دوڏ دکايو تن

٢ـ جوڳي جسم جلائي سارو
سامن سور وهايو تن
جيڪي لاهوتي لام سان لڙيا
وهوا سفر سڄايو تن

٣ـ هو غازي منجه گم ٿيا وحدت
مري پاڻ ملهايو تن
ستت سيئي سڄ لڳهي ويا
ڪڏي ڪڏي قدم وڌايو تن

٤ـ ساهه سڄو قربان صنم تئون
گهوري سرڙو گهمايو تن
جيڪي "چيزل" چرخو چورن
صاحب سچ تہ سمايو تن

## ڪلام: ٩٨
### (سر سهڻي)

ٿلهه منهنجي آهي سنگت سورن سان
اسان روئي روز نهاريون ٿا

١. ڀڙيون جسم جلي ويو سارو
اسين ڀيهر ڀارڻ ڀاريون ٿا

٢. موتو قبل الانت موتو
اسين موتي پاڻ کي ماريون ٿا

٣. ونحن اقرب امرائين آ
اسين دم نه خيال وساريون ٿا

٤. "چيزل" عشق اٽانگو آهي
اسين سوري سرڙو سينگاريون ٿا

## ڪلام: ٩٩
### (سر سهڻي)

ٿلهه: دم وسارو دل ڪئون ناهي
ياد هميشه يار ميان

١. هر جاءِ حاضر هادي آهي
درشن ڪيون ديدار ميان

٢. فاذڪروني اذڪرڪم
پري ناهي تو ڪئون وار ميان

٣. تو منجھ تو ساڻ گڏ اهوئي اهي
تو منجھ آ اسرار ميان

٤. "چيزل" ـ احمد ـ احد هڪو آ
محمد آهي مختيار ميان

## ڪلام: ١٠٠
### (سر سهڻي)

تلھ: دل يار توکئون ڏار
هڪ دم نہ جيئان مان
روئان زار ڪيدان پار
پيالو زهر پيئان مان

١ـ لڳي تانگھ تنھنجي سانگ
اڏايان ڪانگ هتي پئي
پريشان ٿيو خفقان
هاڻي ڪيئن ڪيان مان

٢ـ ڏينھان رات تنھنجي تات
وائي وات هميشہ
هج تون شال ساڏي نال
تيڏي ڪولھ جيان مان

٣ـ تنھنجا هند ڏسي رند
پيرين پند پڇان پئي
چڪن چاڪ ڦٽ فراق
ڪنھن کي حال ڏيان مان

٤ـ تنھنجا ناز هي غماز
ٻڌ تون ساز سورن جا
"چيزل" ساڻ ملندم چاڻ
سرتي سور ڪنيان مان

## (ڪلام: ١٠١)

### (سُر سهڻي)

تله: عاشق شعاع شمع تي آهن
پتنگ ٿئين پروانا سڙ

١ـ جيئري پنهنجو پاڻ پچائي
ويھ تون عاشق مچ مچائي
ڳلي ڳلي ۾ تو يار نچائي
سوريءَ تي هسوار تي چڙھ

٢ـ عشق جو سمجهي اهو اشارو
هاڻي آيو تنهنجو وارو
تي ڪسي قتلام تون سارو
وڍي جدا ڪر سر هي ڌڙ

٣ـ ساڙيو تنهنجي سوز فراقن
چور ڪيو آ چڪنا چاڪن
آيا سر تي سور عشاقن
راتيان ڏينهن روج ۾ رڙ

٤ـ سمجهي پنهنجو پاڻ وڃائج
الف اندر ۾ دم ڪمائج
تي عروج نزول سمائج
”چيزل“ اعظم اسم تون پڙھ

# ڪلام: ١٠٢
## (سر سھڻي)

ٿلھ: شاھ رڪيل ۽ فتح پور وارو
ناڙي ۾ جنھن جو نعرو

١ـ بشري برقعو عربيءَ وارو
ساڳي آھي سر اھو سارو
پنجتن جو پرين پيارو آ

٢ـ عاشقن جو ۽ امام بہ آھي
عالم ۾ اقطاب سڏائي
توکئون سوا نکو چارو آ

٣ـ دوست اچي ڏي ڪا دلداري
سکندي عمر وئي آ ساري
دل کئون دم نہ وسارو آ

٤ـ "چيزل" تنھنجو در نہ ڇڏيندس
قدمن تئون قربان مان ٿيندس
صدقو سرھي سارو آ

## ڪلام: ١٠٣
### (سر سهڻي)

ٿلهہ:

ڏس "ري" ، "ڪي"- "بي" - "لام" ميان
ڪر سجدو سر قتلام ميان

١- رازق رب جو پاڪ پيارو
سڀ جو آهي سردار سونهارو
جنهن پياريو آهي جام ميان

٢- "الف" - "لام" - "م" - "زال" تنهين ۾
چارئي لفظ مثال انهين ۾
اٿي مخفي معنيٰ مام ميان

٣- عبديت جو برقعو پائي
واحد ٿي پنهنجي ذات ڇپائي
توکي ڪير سڃاڻي عام ميان

٤- "چيزل" تو کي صحيح تہ سڃاتو
پيريمغان ڪي حق ڪري ڄاتو
آهي آل نبي تہ امام ميان

# كلام: ۱۰۴

## (سر سهڻي)

ٹلہ: ويکو اس نون کون هئا هئي
کس ني درد دکليا هئي
کس ني درد دکيا هئي
وهي کهان کب جايا هئي

۱۔ مرڻ جيئڻ دي کل نہ کائي
پهلي موت منايا هئي
موتو قبل الانت موتو
مرنا جيئندي آيا هئي

۲۔ شوق شراب دا پيالا مجھ کو
مئي دا جام پلايا هئي
ڳيا انديرا تي روشنائي
باطل کوڑ وڃايا هئي

۳۔ اسم اعظم دا باب اهو ئي
پيريمغان تہ پڑهايا هئي
ثابت صاف نظر ۾ آيا
وجه الله تہ سمايا هئي

۴۔ "چيزل" عشق ازل دا آيا
بي خود بات بتايا هئي
اناالحق دا نعرا ماريس
سوري ۾ سر چڑهايا هئي

## ڪلام: ١٠٥
### (سر سهڻي)

ٿلهه: ڪيئن مسافر ڪاڏنهن آئين
ڪاٿي آ تنهنجي اصلي جاءِ

١۔ ڪاڏنهن آئين ڇا تو پائين
ڪيڏو پنهنجو پاڻ پڏائين
توکي سمجهه نہ پئي آ ننڍڙي لاءِ

٢۔ ديس ڇڏي هت آئين پرديسي
پيار انهيءَ ۾ ڪيئن وئين ڦاسي
تون تہ وڪر ويهي ڪين وڃاءِ

٣۔ ايڏيون سختيون سر تي سهندين
ملڪ انهيءَ ۾ هت نہ رهندين
تون تہ دم اسم سان قلب ڪماءِ

٤۔ "ڇيزل" فڪر فنا جو آهي
وقت اهو تي ويهہ نہ وساري
تون تہ ڳالهہ اها ٻي ڪين ڳالهاءِ

## ڪلام: ١٠٦
### (سر سهڻي)

ٿلهه: فنا دنيا گهڙي هڪ آهي
مڏيون مال پرايو آ

١۔ سمجهي سوچي ڏس تون ويهي
ڪاڏي ويا ٿي مٿ اهي ئي
توکي پرور پاڻ گهرايو آ

٢۔ ڪيڏا سانگا ڪرين ٿو سهيڙي
مال خزانا دنيا ميڙي
تون ناحق نام ڏرايو آ

٣۔ خيال ڪري هي ساعت سڄاڻج
محبت وارا مزا اوهي ماڻج
هاڻي وارو يار ورايو آ

٤۔ ”چيزل“ ملڪ مولا جو آهي
اڄن ٿا عاشق تو ڏي ڪاهي
تون ته ڪيڏا ڪاف ڪرايو آ

## ڪلام: ١٠٧
### (سر سهڻي)

ٿلهه: مستن واري ملڪ انهي تي
جاتي ناهين ڏوهه ثواب

١۔ پنهنجو سمجهي پاڻ ڏسن ٿا
سر سيجاڻي سجدا ڪن ٿا
توکي ونحن وارو آهي خطاب

٢۔ صورت اصلي عين تون آهين
الانساني پاڻ سڏائين
تون ته ڪول اکيون ڏس لاهه حجاب

٣۔ عاشق زهر پيالو پيئن
موتو قبل ال مري ٿا جيئن
تون ته سڙي پتنگ جان ٿي ڪباب

٤۔ "چيزل" بشري برقعو پايو
عام ڪان اولي احد سڏايو
تون ته تجلو نوري ڪول نقاب

## ڪلام: ١٠٨

### (سر سهڻي)

ٿلهہ: اکين ايڏو انصاف ڪيو
جيئن تجلي جلايو ڪوهہ طور ميان

١۔ رخ تنهنجو آهي مثل مهتابي
صورت سهڻي رنگ گلابي
آهي پاڪ پيشاني نور ميان

٢۔ ابرو نين خماريل آهن
پنبڻين جا پيڪان تا مارن
ڪيو لعل لبن چڪچور ميان

٣۔ وجهہ جنهن جو الانساني
ساڳي آهي سر سبحاني
آهي خاص خدا جو حضور ميان

۴۔ "چيزل" اهو عرفان بہ آهي
تنهنجي حسن جو بيان بہ آهي
آهي ذات الاهي ظهور ميان

# کلام : ۱۰۹
## (سر سهڻي)

تله: لڳ ڳيا ترڪش تير حسن دا
زخم سيني وچ جاري الا
صورت ويک تماشہ جلوا
ڪليئي باغ بهاري الا

۱۔ واہ چشمان دي چال چڳيري
اکيان خوب خماري الا
مرڪڻ نال مشتاق ڪتوئي
حسن ماهي دا هزاري الا

۲۔ دلبر دي ديدار ڪتي
سڪندي دلڙي ويچاري الا
دم دم دانهان عرش الاهان
دوست نہ ڏيندا دلداري الا

۳۔ مل تون ميڏا يار پيارا
هوت آوين هڪ واري الا
صدق وچان سؤ وار صنم تؤن
گهول گهتان جند ساري الا

۴۔ الف اسانون يار پڙهايا
ب ت ث سڌ ساري الا
شهر فتحپور راز الاهي
هو هو دي هبڪاري الا

۵۔ "چيزل" موهيا چشم ماهي دي
دردان دل آزاري الا
هردم هو وان نال پنهل دي
عمر وڃايم ساري الا

# ڪلام: ١١٠
## (سر سهڻي)

ٿلهه: منجهه دروني درسن ڪولي
ٻولي اندر ۾ لڌڙم يار

١ـ فذڪروني پاڻ سڃاتم
سچو آندم اتي اعتبار

٢ـ پنهنجو پاڻ ۾ ڄاتم پيهي
پري ناهين تو ڪٿون هڪ وار

٣ـ رکيل سائين سچي راهه ڏسي
توڙ رسائيندم نيئي سردار

٤ـ "چيزل" پاڻ نہ ڄاتم پنهنجو
نينهن ڪيو ڪٺي هتي نروار

# ڪلام: ١١١
## (سر سهڻي)

تلهہ: اثبات تيم هاٽي ڪيئن نہ چوان
تيو ظاهر سڀ باطون عيان

١۔ فذڪروني اذڪر چاتم
ونحن اقرب قول سچاتم
جوڙ پڙهي تيس رمز روان

٢۔ پنهنجو پاڻ کي سجدو ڪيڙم
صاف وجود ۾ واحد هيڙم
تيا الاالله جا سبق سنوان

٣۔ اربع عناصر نام سڏائين
ڪاڏهون آئين ڪاٿي ڄائين
تيا دم دم سان ديدار نوان

٤۔ "چيزل" عاشق عين بہ آهن
موتو قبلل مري تا جيئن
چڙهي سوريءَ تي پوءِ نہ پوان.

## ڪلام: ١١٢
### (سر ڪوهياري)

ٿلهه: اُٺي اور اندر ائٺ سان
ڇڏ تون سمهڻ جو ساءُ

١- تند وجهي انهي تار جي
تون ته پوٽيون اوبي اٽاءِ
ڪرٽو پيو ٽي ڪم گهٽو
اجا ڪوڙين پئي ٽي ڪپاهه

٢- ويهي وقت وڃائئي
نڪو چت رکيو تو چاهه
سڀ ويئي آن سٽ وڃائي
پوءِ ڪندين هاءِ هاءِ

٣- سنهو ڪتئي ڪينڪي
ٿلهو ٿورو ٿاهه
جيڏن سرتن جوڙيو اٽايون
تو نه اٽيو هڪ پاءُ

٤- "چيزل" چور چرخي ڪي
ٻن سمهڻ ڪي ڏي ٻاهه
هر دم تنهنجا طعنئي تائن
تتي ڪي نه تپاءِ

# ڪلام: ١١٣
## (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: ڏس تني جا تال هي
جيئڻ وٽي پيو لٽ وو

١ـ اچي وجي پئي واٽ سان
دعويٰ ڏوتي جي سٽ وو

٢ـ سالڪ سمجهن ڳالهه کي
آهي گهوري گهٽ وو

٣ـ دل هڪا هڪ يار سان
منهن نہ موڙي مٽ و

٤ـ "چيزل" چئي مان چا چوان
پاڙ پٽيءَ جي پٽ وو

## ڪلام: ١١٣
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: ڏس تني جا تال هي
جيئڻ وٽئي پيو لٽ وو

١۔ اڇي وڃي پٺي واٽ سان
دعويٰ ڏوتي جي سٽ وو

٢۔ سالڪ سمجهن ڳالهه کي
آهي گهوري گهٽ وو

٣۔ دل هڪا هڪ يار سان
منهن نه موڙي مٽ و

٤۔ ”چيزل“ چئي مان چا چوان
پاڙ پٽيءَ جي پٽ وو

## ڪلام: ١١٤
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: هن ڀنڀور کي ڇڏ وو
اُٺي پنهل جا پير ڏس

١ـ لنگهي ويا تہ لڪن ڪٿون
ڀري سڏڪا سڏ وو

٢ـ ويندس رهندسِ ڪينڪي
لوءِ منجهارئون لڏ وو

٣ـ مان تہ مونجهي آهيان
هن گنڌي کي گڏ وو

٤ـ "چيزل" چئي ڇڏ آسرا
آڏاٽا نہ اڏ وو

## ڪلام: ١١٥
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: وڃي پنهنجي پنهل سان مون ملندس.

هن ڀينگ ڀنڀور کي باهه ڏيندس

١ـ ساڙيان سيج پلنگ کي
روهه ڏکي ۾ وڃي رهندس

٢ـ پند ڏکن جا ڏوجهرا
جبل جهاڳي وڃي لڪ لنگهندس

٣ـ رند ڏسي رڙندي وتان
سڪ تہ لڳي تہ ڪيئن سمجهندس

٤ـ "چيزل" هل تون هوت ڏي
سور سيوئي سر سهندس

## ڪلام: ١١٦

### (سُر ڪوهياري)

ٿلهہ: منهنجو ٿئون لڳو آهي نينهن وو يار
ڪيئن ٻڌايان ٻين کي

١ـ رات لنگهي ٿي روح ۾
ڏکن سندو ڏينهن وو يار

٢ـ اندر گهوريو گهر پيو ماري
ٻاهر ٻيجي شينهن وو يار

٣ـ اڃي اٿو آهي اوچتو
ڪو محبت سندو مينهن وو يار

٤ـ "چيزل" ڪيتئي ڪين ڪي
اُتي ٿلهو ٿورو پينهن وو يار

## ڪلام: ١١٧

### (سُر ڪوهياري)

ٿلهہ: هن تہ مني سا مل تون اچي
ڏادي سکڙي لڳي آ نتو صبر اچي

١ـ سک تہ سنجهي- سور اٿاريا
بيحد وڏو آ بره ڦتي

٢ـ ويندس ملڪ انهيءَ ۾
قسمت ڪيو آ قيد هتي

٣ـ ڪيچي ڪاله ڪهي ويا
هيءَ تہ نماڻي ڪجھ نہ ڪيچي

٤ـ بره سنديون باهيون ٻريون
منهنجي اندر ۾ مچڙو مچي

٥ـ "چيزل" چاڪ سيني ۾
ملم نہ ڪائي نہ ناسور ڇٽي

## ڪلام: ١١٨
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: سچ ۾ سسئي سڌ تي ڪري
ڏاڍو سخت ڏکيو آهي پنڌ پري

١۔ اوڪا پنڌ ته پهاڙ جا
ڏونگر ڏسي منهنجو هنياءُ ڏري

٢۔ روهه ڏکي رڻ راهه ۾
منزل مونجهارو ڪيون ڀُٽين ڀري

٣۔ پٿرن پير پٿون ڪيا
وڃي تي ويچاري پوءِ نه وري

٤۔ ملندس هوت پنهل سا
ساعت سواءِ جنهن ڪٿون دم نه سري

٥۔ "چيزل" آگ اندر ۾
پيڙ تا پڙڪن باهه ٻري

## ڪلام: ١١٩
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: ماءُ سورن ڪاڻ سسئي ڄڻي
وڃي صدقو ڪندس سر ڪيچ ڌڻي

١۔ سمهي سيج پلنگ تي
ننڊ ته نياڳي وئي آکٽي

٢۔ ڏونگر اٿي هاٿي ڏور تون
ڏاگهن ڏڏي آهيان رند نه اٽي

٣۔ واقف نه انهي واٽ جي
هوتن وڌو ا هيڪار هٽي

٤۔ "چيزل" ڪيچ شهر ڏي
وک ته وڌائي وجهه تون گهٽي

## ڪلام: ١٢٠
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهہ: ڏکـــن درد هـــزار
مليا ساٽ سورن جا

١ـ قلم لکئي تہ قضا ڪيو
دلبر مون کان ڌار

٢ـ سڙان تنهنجي سڪ ۾
رووان زارئون زار

٣ـ ويندس واٽ ڏکن جي
موٽڻ مون کي ميار

٤ـ "چيزل" مون سان يار جو ملندو
ستت لهندو سنيار.

## ڪلام: ١٢١
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهہ: سڪايل انهي ساٽ سان
ماندي وڃي ملندي وو يار

١ـ ڏسي پير پنهل جا
لوچي وڃي لهندي وو يار

٢ـ ڏسي جوش جبل جو
روهن ۾ رهندي وو يار

٣ـ ڏکيل دل نہ ڏڪائجي
سور سيوئي سهندي وو يار

٤ـ "چيزل" حال اندر جو
ڪنهن کي نہ چوندي وو يار

## ڪلام: ١٢٢
(سُر ڪوهياري)

ٿلهه: مون کي ڇُو تہ ڇڏي ويا
ڏئي ويا بار ڏکن جا

١ـ ڪاهيون ويڙا ڪيچ ڏي
هٿئون لعل لڏي ويا

٢ـ ويندس رهندس ڪينڪي
سونهان ٿي تہ سڏي ويا

٣ـ سرتيون سک تہ پرين جي
ڏکي دل تہ ڳڏي ويا

٤ـ "چيزل" ان جي آسري
آڌر ٿي تہ اڏي ويا

## ڪلام: ١٢٣
(سُر ڪوهياري)

ٿلهه: ويجهو ٿي پند پٽر جو
دلڙي نہ ٿي دلگير وو

١ـ صدقو ڪندس سر کي
نيڻن وهائيندس نير وو

٢ـ لائيندس خاڪ لڳن کي
لوئي پائيندس لير وو

٣ـ ايندم شال اڱڻ تي
مرسل منهنجو مير وو

٤ـ "چيزل" مرشد منهنجو
رکيل شاهہ فقير وو

## ڪلام: ١٢٤
### (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: هن ڏکي کي ڏوجهرا
آيا پيرين پنڌ

١۔ مان ته روئي ڏسان رنڊ
هن ڏکي کي ڏوجهرا

٢۔ ڏونگر ڏک ته چو ڏئين
ساڙيان سيج هنڌ

٣۔ پنڌ وڏا ته پهاڙ جا ميان
اڳيون واري بند

٤۔ ڏيندس لهه لڱن جو ميان
وڃي سارا سَنڌ

٥۔ "چيزل" صدقي سرڙو ميان
کهي ڪاتيون ڪنڌ

## ڪلام: ١٢٥
### سُر ڪوهياري

ٿلهه: درد ڪيو دلگير وو
ڪونهي ڪو سرتيون سورن ڀائي

١۔ راڙيون ڪندي راتڙيون ڀلو وو منهنجا يار
نيٽين وهن ٿا نير وو

٢۔ دل وڃوڙي درد ۾ ڀلو وو منهنجا يار
چاڪ پون ٿا چير وو

٣۔ ڪيئن سمجهان سکي سيج تي ڀلو وو منهنجا يار
تکا هڻين ٿو تير وو

٤۔ "چيزل" انگ ازل جو ڀلو وو منهنجا يار
جيڪي لکيو تقدير وو

## ڪلام: ١٢٦
(سُر ڪوهياري)

ٿلهه: سڀ ڪئون گهڻا مون ڏي سجڻا
سرتيون آيم سور

١ـ لکيا اصلي اڳ جا
ظاهر ٿيا ته ضرور

٢ـ پرين پاٺهي موڪليا
مون کي سر منظور

٣ـ ايڏو بار برهه جو
قلم ڪيو آ ڪلور

٤ـ "چيزل" پيار پرين جو
محبت جو آ مذڪور

## ڪلام: ١٢٧
(سُر ڪوهياري)

ٿلهه: ڏاڍو غم جو گذارڻ آهي ڏکيو
جيڪي باب منهنجي تقدير لکيو

١ـ ناهين ننڊ ته نيڻن کي
سمهڻ ويو آرام سکيو

٢ـ رووان رت پنهل ڪان
اندر ٻري آڙاهه چکو

٣ـ اچن اولانبا عشق جا
درد جو دل منجهه دوڏ دکيو

٤ـ "چيزل" بار برهه جو
رهبر آٽي راز رکيو

# ڪلام: ١٢٨
## (سُر ڪوهياري)

ٿلهه: مري ويندي ساڻ
نہ مرندي ساڻ

ويندس خان پنهل ڏي
١- وندر جي تہ وٽن م
لوچي لهندي ساڻ

٢- ڏکيا پند تہ ڏونگار جا
لک لگهندي ساڻ

٣- ڏيرن جي تہ ڏکن جون
ڳالهيون چوندي ساڻ

٤- "چيزل" ڏاج ڏکن جا
سور سهندي ساڻ

## ڪلام: ١٢٩

### (سر ڪوهياري)

ٿلهه او مان پنهنجو پاڻ ڦاسايو دلبر دلڙي ڪٽي ويو زوري

١ ڪاف وڃڻي تي مان ڪاهيان مان ته ڏک جا ڏينهن نيايان
ڏاڍي ماتم مونجهه ۾ آهيان پئي آهيءَ جسم منجهه جهوري

٢ اوهو ڏينهن الائي ڪڏهن تيندو منهنجو مرشد مان وٽ ايندو
اچي دل کي دلاسو ڏيندو مان ته صدق ٿيان سؤ گهوري

٣ گهڙي هٿ نه ٿي گهاريان هڪ دم دم سان ٿي سنياريان
توکي وهي ڪيئن مان وساريان لڳي لونءَ لونءَ ۾ تنهنجي لوري

٤ 'چيزل' ڪيچ ڏٺين ڏي مان ويندس وڃي ڏک جو حال مان ڏيندس
مان هنڙي ڪين ڪي رهندس اصل ڪين ڇڏيندم ڇوري

# ڪلام ١٣٠
## (سُر بلاولي)

ٿلهه: بازر نرخ نوان هي تيار، و هوا ڪليا باغ بهار

١ـ بازر بازي يار بنائي، ڪرگهن سودا وٽج سچائي
اوندي ويندي خبر نہ ڪائي، لڪين لک هزار

٢ـ برهہ تيڏي دي پٽري بازي، ٻاجهون سردي مول نہ راضي
چوٽ سولي تي چڙهدي غازي، عاشق انهي آزار

٣ـ واپار وحدت والا وندپا، نفس عقل دا رولا رندپا
سور ڏسي سوين سڏڙيا سنگيا، سوره سر ڪٿون ڌار

۴ـ نفل نمازان مارن متي سجدي ڏي ڏي اجائي ٽڪي
قلبئون ڪين ڪماون ڪچي، بن وحدت دي ڪل خار

۵ـ ملان قاضي سبق پڙهاون، فذڪروني قول نہ جاڻن
دنيا واسطي متہ مارن، عامل عملدار

٦ـ نفس عقل دا مونجهہ مونجهارا، پج ڳيا پولا دم نہ وسارا
ٿي قلندر ماريم نعرا وچون نفي نروار

٧ـ صوفي سمجهين رک صفائي، حق بنان ٻي وات نہ وائي
رکيل مام اها سمجهائي "چيزل" دم نہ ڌار

# ڪلام ١٣١
## (سُر بلاولي)

ٿلهه: تيري عشق ڪا افضل شان
صدق قربان صدق قربان

١۔ هم ايسا عشق لڳايا هئي
سر۔ دي نہ قدم هٽايا هئي
ڪب جيئندي ئي مرجايا هئي
سر ساھ ڪيتم نذران

٢۔ جس نوبت نينهن نشان ٺيا
سڀ طبق صحن چوغان ٺيا
دل عرش عظيم قران ٺيا
ست سر زمين آسمان

٣۔ ڪڏان عاشق سخت آزرڻ ڪيا
وچ هجر فراق گذارڻ ڪيا
هڪ دم نہ خيال وسارڻ ڪيا
ڦر ڪيها هئي ارمان

۴۔ "چيزل" پولا پيچ ڳيا سارا
هو هو ماريا حق دا نعرا
قول الستي دم نہ وسارا
مئين گهول ڪران جند جان

# كلام ١٣٢

## (سُر بلاولي)

ٹله: ديدار خود دکايا
پرهيز مين کيا
بازار اپني عشق کا
کيون تيز مين کيا

١ـ آج دن ملڻ کي طلب هئي
تيرا جواب هئي
تيري جواب مجھ کو
بيدار مين کيا

٢ـ اکنون هويا عاشق
تيرا مثال هئي
تيرا مثال ايسا
اياز مين کيا

٣ـ امروز بيقراري
دلگير انتظار
تيري جو انتظاري
ديروز مين کيا

٤ـ "چيزل" اسي دنيا ۾
تيري ياد نام هئي
تيرا نام ميري دل کو
پرواز مين کيا

# کلام ۱۳۳
## (سُر بلاولي)

ٽلھ: جس ني جلايا مجھ کو
او دوست ھي ميري دل کا
آنسون آنکھون سي چلتي ٿي
يہ راز ھئي اصل کا

۱- تيري اسم کي آگ مہ
سر ساھ سينا سڙگيا
ٻلنا ھوا وو ٻل ڳيا
يہ کام ھئي ازل کا

۲- يہ ھئي تمنا آرزو
ايک دوست کي ديدار کا
تصدي داده مي شود
پيار مئينون پل کا

۳- کيا سناوان بات ساري
عشق کي اسرار کي
مجنون مفلس ھو گيا
تيرا ناز ھئي آجکل کا

۴- کيسا قتل کيا ھئي
عاشقان نون بي قصور
قربان تيري نام پر
سر ساھ صدقي "چيزل" کا

## ڪلام ١٣٤

### (سُر بلاولي)

ٿلهه: لڳم آڳ اندر وو يار، جيرا جوش جلايا
نڪا سڌ نہ خبر وو يار، باري بره بچايا

١۔ عشق اندر وچ آگ مچائي، بيڙ پڙڪن بات نہ ڪائي
نڪو سڪ نہ صبر وو يار، سينا سوز تپايا

٢۔ نہ سک قرار آرام سحر هئي، خواب خوشيون ڪل طعام زهر هئي
بره لڳم بيحد وو يار، نيڻين ننڊ وڃايا

٣۔ عشق اولانبا لڳڙم لوري. آيم سر تي آتش زوري
بيوس دل لٽ ڪس وو يار، نازين نال نوايا

٤۔ مٿين ماندي نون ماهي موهيا، درد اندوهه اندر وچ هويا
ترس نہ ڪيتس تل وو يار، نيزا نينهن وهايا

٥۔ بار بره داسر تي آيم، سڀ عمر غم ڏکدي نيايم
سدا سور سرس وو يار، دونهان درد دکايا

٦۔ ڏينهنان ڏوڙا ڏکڙا آيا، ”چيزل“ سنڌ سنڌ سوز سکايا
پيڙ ڏيئي پن سٽ وو يار، تکا تيغ چلايا

## ڪلام: ١٣٥
### (سُر بلاولي)

ٿلهه: جيڪي نينهن بنا نادان
ڏس تون انڌن جا ارڪان

١ـ هادي هدايت ڪين سڃاڻن
اهي عمر ڪرن پيازيان

٢ـ راتيان ڏينهان طلب تمامي
اهي حرص ڪيا حيران

٣ـ دنيا دنيا ڪندا وتن ٿا
اهي ڪنيون ويندا ارمان

٤ـ پيريمغان جي دستئون پيتم
”چيزل“ پُرُ ڪر جام

# ڪلام ١٣٦
## (سر بلاولي)

ٿلهه: ٻُڌُ سورن جي ته پچار
ڏادي عشق آزاريو يار

١ـ عشق اٽانگو اصلي آهي
ڪيئي ڪيائين سر ڏار

٢ـ ڪربل ۾ ڏس ڪيئن کپائي
سيئي هيا سردار

٣ـ صوفي سائين شاهه عنايت
نيزي ڏيو نروار

٤ـ سوري تي منصور چڙهائي
تنهنجا الٽا تي اسرار

٥ـ شمس الحق جي کل ڪلائي
پنهنجا پاڙيئي پئي اقرار

٦ـ کهڙيون ڳالهيون ڪنهن سان ڪيان مان
تنهنجا خوني خيال خمار

٧ـ 'چيزل' سودو سر جو آهي
سچو ڪرج واپار

## ڪلام ١٣٧
### (سر بلاولي)

ٿلهه: ڪعبو پاڻ ڪري ٿو طواف
ڏس تون عشق جو هي انصاف

١ـ نفل نمازان سنتان ساريون
سنگ سيوئي معاف

٢ـ ونحن سان ته وصال ڪري ڏس
سينو ٿيو هي صاف

٣ـ ظاهر سڀ ظلمات جو آهي
ڪاٽي ويا ڪوه ڪاف

٤ـ 'چيزل' عين الله جو آهي
ڪونهي ڪوڙ خلاف

# ڪلام ١٣٨
## (سُر بلاولي)

ٿلهه: عجب عشق وارن جون، ڳالهيون مان ڳايان
صبر جو سدائين چئي، ڇا ٻڌايان

١ـ اهڙي آگ آهي، دوزخ کي اجهائي
عاشق سر سهائي، ناتو ٿي نڀايان

٢ـ بره بيقراري لڳي، چوٽ جاري
نيزي جي سواري، عاشق آزمايان

٣ـ صبر ساڻ سرور، ڪيڏو ڪيس ڪربل
ٿيو واقعو گهر گهر، ٿي ماتم منايان

٤ـ سورن ۾ سهائي، اهو پيار آهي
هزارين ڪُهائي، ڪيئي گهوٽ گهايان

٥ـ عاشق آهي پياسي چڙهيا ڪيئي قاسي
سوري سيج خاصي نيزي نينهن لايا

٦ـ ڪيئي هُلَ هلائي ڳجهو پيو ڳالهائي
سڄي ڪل ڪلائي، اهي ناز ٿي ڀايان

٧ـ اندر آگ ٻاري، عاشق ٿو آزاري
لکئون لک ماري، سورهيه ٿي سڏايان

٨ـ ڏسي باهه مچ تون، پتنگ وانگي پچ تون
سڙي سارو سچ تون، جسم ٿي جلايان

۹۔ سچي سڪ ۾ سڙندا مرڻ ڪئون نہ مڙندا
وڃي چوٽ چڙهندا، حاذق تي هلايان

۱۰۔ اهو حال ڪنهن سان، نہ ڪر عام ہئي سان
لڳو نينهن تو سان، نيٽين ننڊ وڃايان

۱۱۔ ڪٿا جي ڪلالن، انهي خاص خيالن
مرڻ جي مثالن موتو موت آهيان

۱۲۔ نہ ڪر تون وسارو، ازل جو اشارو
لڳو نينهن نعرو، تي نوبت وڄايان

۱۳۔ "چيزل" پيچ پايو، پرين پاڻ آيو
تيم ڪم سجايو، متان دم وڃايان

## کلام: ١٣٩
## (سُر بلاولي)

ٿلهه: در دروني جسم کي بادشاهي مئين کيا
باشاهي کچ نهين هم خود خدائي مئي کيا

١ـ اس اسم کي طوفان مين موج اعظم کي رهي
مزکور ذاکر ايک هي قُر کيون جدائي مئي کيا

٢ـ ظاهر ميري ذات هي، کون پهچاني گا کيي
انسان اعليٰ شان هي، يہ سمجه سدائي مئي کيا

٣ـ آپ کو خود مين ديکها هي، اسرار ظاهر هو گيا
حق آيا باطل گيا، يہ نام ندائي مئي کيا

۴ـ ايسي "چيزل" بات کا کرنا نهين ضرور
وه مشتمل ميري ساٿ هي ونهن ودائي مئي کيا

# ڪلام ١٤٠
## (سُر راڳو)

ٿلهه: اسان مسڪينان نون مار ستيوئي
ڪر بيواهه بيوس وو
ڪر بيوهه بيس وو
زوران زوري دل ڪس وو

١۔ ڪوڪان ڪيان پئي ڪونهه پڌي پيو
هُين مئي سا عڪس وو

٢۔ ماندي هن ته مريض جو
ڪونهه پيو ڪو ترس وو

٣۔ ڪائڻ پيئڻ سپ سک هليا ويا
ويو هل ته هوس وو

۴۔ هن ته بندي کي برهه بيماري
سور ڏئي ويا سرس وو

۵۔ سائين ساربان سک منجهارئون
رهبر رڻ ۾ رس وو

٦۔ "چيزل" جهوري جيءَ اندر ۾
ڏکن ڏنو ڪو ڏس وو

# ڪلام ۱۴۱

## (سُر راڻو)

ٿلهه: جان جلي وئي جندڙي ساري
برهه ٻيڙهت ٻاريو آ
برهه ٻيڙهت ٻاريو آ
منهنجي ساهه کي سورن ساڙيو آ

۱۔ جان جلي وڌو سورن ساڙي
قول ازل لکيو پاڙيو آ
سک قرار آرام نه ڪوئي
ڳڻتين اندر ڳاريو آ

۲۔ درد ڏکن ۾ دلڙي ماندي
موت وڇوڙي ماريو آ
عرش الاهان وڃن پيون آهان
مون روئندي رات گذاريو آ

۳۔ برهه جا پڙڪا ڪن ٿا ڪڙڪن
عشق اويڙو آيو آ
لهر ۾ لڙهندا ڪنڌي نه ڪائي
توڪل ترهي تاريو آ

۴۔ سخت ستايو ڏني سورن سوداءِ
دردن دل کي آزاريو آ
”چيزل“ عشق اصل کئون اهڙو
سر سولي نيئي چاڙهو آ

# ڪلام ۱۴۲
## (سُر راڻو)

ٿلهه: پرچ پرين اچي پيارل مون سان
ماندي آهي موت تي

۱۔ سڪ تنهنجي ۾ ساهه سڪي ٿو
زخم اندر ۾ روز ڏکي ٿو
دم دم چڙيل چاڪ چڪي ٿو
راڙيون ڪيون روئندي وتي

۲۔ ڳڻتين ڳاريو جيءَ ۾ جهوري
دل ڪٽي ويو دلبر زوري
هڪ لڳي آهي تنهنجي لوري
تو ڪئون سواءِ ڪيئن رهان هتي

۳۔ ناتو تو سان نينهن نڀايم
طعنا تنڪا سر تي چايم
عشق تنهنجي جان جلايم
سڪي سمهان ڪيئن سيج تي

۴۔ "چيزل" لکيو لوح جو آهي
امر ائين ويو قلم وهائي
سچو سندرو ٻڌم ساهي
راضي آهيان تنهنجي راز تي

## ڪلام ١٤٣
### (سُر راڻو)

تلھ: پاڻ ڏاڍي سان دل ڦاسائي، ناحق نيھڙو مان لايو آ
مونکي ڏکن ڏاڍو ڏڪايو آ.

١ـ حال ڪان ڪڍي بيحال ڪيائين، سڌ نہ ڪا سنيار لڌائين
صفا پيھين پئمال ڪيائين، سڪنڌي ڪي تہ سڪايو آ.

٢ـ اڳي خبر مون کي ڪانہ جو هيڙي، عشق اصل ڪان اهڙو آ
جيئڙي ڪل ڪلائي ساري، جان جسم تہ جلايو آ

٣ـ پاڻ وڇوڙو فراق ڏئي ويا، ڏينهان راتيان روئڻ آ
اکيون صفائي ڪونہ سڪن تيون، ڳوڙها ڳلن تي وهايو آ.

٤ـ "چيزل" صدقي سڪ تن تان، جن مون کي ايذا ڏک تہ ڏنا
پئي نيايان ڪنھن کي ٻڌايان، سورن آٽي ستايو آ.

## ڪلام ١٤٤

### (سُر سورٺ)

ٿلهه: تنهنجي سهڻي صنم سينگار
مونکي مستان ڪيو

١ـ مجگان مارن تير تفنگي
ابرو نين اڙاون جنگي
ترڪش جو تکو تيز
لنگهي سيني پار پيو

٢ـ منهن مهتاب تي سهڻي صورت
سوين حوران سڪن پيون زيارت
ڪيئي ملڪ مشتاق
درسن ديدار ڪيو

٣ـ قرب ڪمال تي رخ نوراني
سر لولاڪ چٽ شهاني
اهڙي صورت اظهار
جوڙي جنسار ڪيو

٤ـ دم دم "چيزل" دوڏ دکن ٿا
سور سوين ڪيئي سر تي اچن پيا
ڪسي تي قربان
ورهه ويران ڪيو

# ڪلام ١٤٥

## (سُر سورٺ)

ٿلهه: تنهنجي محبت ۾ ڏينهان رات
پوي ٿي ڪل ڪانه مون کي

١۔ پير يمغان مون کي پاڻ چيو آ
مري جيئڻ اثبات
آهي فرمان مون کي

٢۔ عشق اندوه اوېڙانهي منجهه
جلي وئي جسمات
کيو آ پروان مون کي

٣۔ بي خود بحر انهي منجهه آيس
رندن جي رسمات
کيو آ نيشان مون کي

٤۔ "چيزل" سر سولي تي آهي
ٻڌ ٻره جي ٻات
لڳي آ جڙ جان مون کي

# ڪلام ١٤٦
## (سُر سورٺ)

ٿلهه: تنهنجي درد وڇوڙي جو يار
لڳو آ فراق مون کي

١ـ درد منجهارئون دانهان ڪيان تي
دل ڪسي دلدار
پيو آهي سيني چاڪ مون کي

٢ـ باهه بره جي آتش اهڙي
تن تپائي تڪرار
ڪيو آ ساڙي خاڪ مون کي

٣ـ راتيان ڏينهان سڪ سدائين
واندي نہ هڪ وار
ڪيو آ مشتاق مون کي

٤ـ 'چيزل' عشق ازل کئون آيو
ڪيئن ڪيو مون کي ڏار
لکيو آ ميثاق مون کي

# ڪلام ١٤٧

## (سُر سورٺ)

ٿلهه: تنهنجي عشق ٻاريو آڙاهه
پتنگ ويا اهي ته پچي

١ـ سڪ ڪئون سندرو ٻڌائون ساهي
ڪونه ڏيو همراهه
صدق ڪيئون سرڙو اچي

٢ـ ڄ ۾ عاشق اچن تا ڪاهي
سورن ۾ سڙيو ساهه
مانجهي بينا مرد مچي

٣ـ ايڏيون بلائون برهه بچايون
رند ونئي ڏيا راهه
بهادر ويا اهي ته بچي

٤ـ "چيزل" مرشد مولا آهي
ٻڌ وحدت ويساهه
اٿي اها ڳالهه سچي

## ڪلام: ١٤٨
### (سُر سورٺ)

ٿلهه: تنهنجي عشق ڏنا آزار
ڏاڍا ڏک چو تو ڏئين

١ـ سورن جي آ سڌ نہ ڪائي
مل اچي هڪ وار
ڪندين نت ڪيئن تہ ائين

٢ـ اهڙيون ڳالهيون اڳ جون هيڙيون
قول تنهنجا قرار
پري هاٽي ڪيئن تو ٿئين

٣ـ تو کئون سوا ٻيو ڪير نہ ڪوئي
تنهنجي آهي آڌار
ٻئي شل جڳ تہ جيئين

٤ـ ”چيزل“ مست ٿيو مئخاني
نشي ڪيو نروار
پيالو جڏهن مئي جو پيئين

# ڪلام: ١٤٩
## (سُر لوڙائو)

ٿلهہ: عاشق ٿئين سڙ عشق ۾
چڏ دۇر دنيا جا مزا

١ـ توبہ ڪري توڪل تون ٻڌ
اتي ٻره جو باري هي پند
هتڙي رهڻ جو ناهي هند
ڏي ساھ کي سورهيہ سزا

٢ـ دارا سڪندر ويڙا ڇڏي
تو کي موت ٿو ماري سڏي
هتڙئون ويا ڪيئي لڏي
گـام ڪـڻ غـازي غـذا

٣ـ توکي حول آهي ڪيترو
دنيا نہ ايندءِ ڪم ذرو
اڇڻ وڃڻ جو هي درو
ڪڻ بار سر جيڪي جزا

٤ـ سمجهي سچائي جاڻ تون
"چيزل" وچائج پاڻ تون
موجان سورن جون ماڻ تون
رهہ راز تي راضي رضا

## ڪلام: ١٥٠
### (سُر لوڙائو)

ٿلھ: ناز نيڻن جي مرڪڻ ماريو
چشمن ڪيو چڪچور مون کي

١ـ تنھنجي محبت، ڪيو مخمور مون کي

حسن تنھنجو آھي صورت ساڳي
عين ھڪو ته حضور مون کي
تجلن تنھنجن طور وڪايو
زھد ڪيو آ ضرور مون کي

٢ـ ناز نرالا اچن ٿا سر تي
وحدت ڪيو آ وھلور مون کي
عشق ڪٿا ھو آتش ٽڙڪن
درد مچايو ڪلور مون کي

٣ـ روز ڏھاڙيون ور جو وڇوڙو
درد ڦٽي ڪيو دور مون کي
دل سڪي پئي ديدار تنھنجي ڪان
پون پرين جا پور مون کي

٤ـ ديدن سان ھٽي دل کي موھيو
گھائي وڌو تنھنجي گھور مون کي
"چيزل" درد اندر آ دل منجھ
ساڙي ڇڏيو آ سور مون کي

## ڪلام: ١٥١
## (سُر لوڙائو)

ٿلهه: اڄ ته اسان وٽ اهي پرين ايندا
جن لئي دلڙي آهي حيران

١ـ اگڻ ٻهاريان عطر ٿي هاريان
روئي روئي روز نهاريان
سڏڙا ڪيون توکي پئي ته سنياريان
دردن آٽي ڪيو ديوان

٢ـ نام تنهنجو هڪ ياد پڙهان ٿي
سڪ ته لڳي آهي ساري سڙان ٿي
پئي ته ڪٺا هي منجهه ته ڪڙهان ٿي
موهي وڌو تو ڪري مستان

٣ـ دل ڪئون دلبر ويهه نه وساري
اصل جنهين جي لڳي آهيان لاري
ڳنڍي اوهان جي وڌو من ٻاري
درد وندي جو آهي درمان

٤ـ نازڪ نينهڙو تو سان لايم
"چيزل" پنهنجو پاڻ وڃايم
ڏاڍي ڏکن ۾ جندڙي آيم
صدقو وڃان مون آهيان قربان

## ڪلام: ١٥٢
### (سُر لوڙائو)

ٿلهه: لڏم پير ورنڊڙي اديون
مان لوچي لڏو آ پنهنجو پاڻ ۾

١ـ واٽ ڏونگر جي ڏک نه ڪوئي
نڪوپري آهي پنڌڙي اديون

٢ـ اڄ اڱڻ تي مان وٽ آيو
هوڪا ڏيندس هر هنڌڙي اديون

٣ـ ونحن واري واٽ سان ويندس
سسي لهي توڙي ڪنڌڙي اديون

۴ـ اٽڪل ڪوڙـ اجائي بازي
فعل ويو قير قنڌڙي اديون

٥ـ عشق "چيزل" هي اولانبو لايو
سورن ساڙيو سَنڌ سنڌڙي اديون

# ڪلام ١٥٣

(سر لوڙائو)

ٿلهه: مٺا ماروئڙا ڇا ڪون ڇڏي ويڙا
اصلي انهن جا کهڙا قول هيڙا.

١- ڦاڙي ويا ڦٽ فراقن جي ماري،
دلڙي دردن جي آهي ته آزاري
ڏکيا ڏينهن آيا خوشي وئي ساري،
دم دم پرين جا اچي پور پيڙا

٢- ڪاڻ سمهڻ ويا سج ساڙيون،
خالي ڏسان مان اُهي محل ماڙيون
دلگير دلڙي روئي ڪري راڙيون،
جانب جدائي اهي حال ڪيڙا.

٣- ڏني ويا دلاسا دل ڪٽي ويا ساڻ،
هيڪل هتي ٿي ويئي پليان پنهنجو پاڻ
وعدا ونحن جا موٽي ايندم اوهي ڄاڻ-
سون سالن جا ڏک دوز ٿيڙا.

٤- "چيزل" سڪان پئي ڪڏهن يار ايندو
محل انهيءَ ۾ معراج ٿيندو.
غم ڇئي وڇوڙا ورتيون نال نيندو
صدقي انهن تان جن بار ڪنيڙا.

## ڪلام: ۱۵۴
## (سُر مانجهہ)

ٿلهہ: فيض فتحپور ۾ فاقيو ڪي
سر ڏيئي سورهيہ اچن
پتنگ ڪيئي پروان ٿيا
اُهي مرد مانجهي ٿا مچن

۱۔ سر ڏيڻ جو ڪر تون سودو
ڪنڌ اڏيءَ تي ٿا ڪسن
مرد اهي منصور هن
هڪ گام نہ پوئتي هٽن

۲۔ انهي دهشتي درياءَ ۾
ڪن ٿا اتي ڪڙڪا ڪن
جيڪي گهريا انهي سير ۾
ثابت نہ سي موٽي بچن

۳۔ ڪي ولايت تي ويا
ڪي ٿا اچا اوري پچن
ڪن کي لڳت اهڙي لڳي
وجهي خاڪ منهن ڇائي ڇٽن

۴۔ ڪن کي نزاڪت نينهن جي
نوڪان لڳيون منهن نہ مٽن
رکيل راز الله آ
ويساهہ سان ڇيزل ڪٽن

## ڪلام: ١٥٥
## (سُر مانجهه)

ٿلهه: انهي سير جا سونهان سوين
ڪيئي واٽ وحدت جي ويا

١۔ سر تري تي ٿا اچن
ڪُسجي وڃن ڪجهه نه ڪچن
انهي آگ مچ ۾ ٿا پچن
شعاع شمع تي عاشق هيا

٢۔ توڪل سندو ترهو ترن
اهي مرد نه موٽي مڙن
ڪن ٿا اتي ڪڙڪا ڪرن
وڃي پار پرتي هو پيا

٣۔ ڪي وحدت واندا ٿيا
ڪي زهد تقويٰ مجهه پيا
ڪن نعرا اناالحق جا ڇيا
منصور تي اهي ميا

٤۔ ڪي سڃاڻ ۾ اچن
ڪي لوڪ ڪئون لڪا وتن
ڪي اڏي تي اچا اچن
سرمد سوين هوندا رهيا

٥۔ سر سوري تي چوٽ چڙهه
منصور تي تون ڪين مڙ
"چيزل" سچو ڪلمون تون پڙهه
لا اله اندر الا الله ڪيا

# ڪلام: ١٥٦
## (سُر مانجھ)

ٿلھ: مئين هون مست مولائي، طالب تڪيہ توڪل دا
دل وچ درد هميشہ، صاحب صاف صبر دا

١ـ دنيان ڏوتي خاص خرابي، مرد سجاڻن معنيٰ
تارڪ ترڪ ڪريندي تنهنڪون، هوسن جنگ جوانا
سالڪ سمجهن چاڻن، ساري سڌ خبر دا

٢ـ نفس ندورا ناتڪ اندا، ڪنهن نون ڪين سجاڻي
خاطر دنيا دوڙ اجائي، ڪوئي نہ مطلب ماڻي
ڪارڻ مجتا مردا، خالق خوف نہ ڪردا

٣ـ عاشق ارض۔ فلڪ ڏهون آون سپ ڪون سهج سهاون
جن ملائڪ حوران سڪديان، سؤ سؤ ڳاوڻ ڳاون
شاهي شان تنهاندا، ڪوڙا ڪم قصب دا

٤ـ ڪر سڪونت صاحب دلدا، رک خيال خدائي
دم دم دي وچ هو هو الله، ڪر نہ زبان اجائي
"چيزل" برھ بهاري ڪيها غم گذر دا

# ڪلام: ١٥٧
## (سُر مانجهه)

ٿلهه: قاسائي ڇڏي ويڙا ڇڏي ويڙا مون کي ڇڏي ويڙا
شل ڪوئي نہ نينهڙو نہ لائي

١ـ مون کي ڇئي نہ ڪنهن سمجهايو، اهڙو عشق اٽانگو آيو
ويو جان جسم تہ جلائي

٢ـ ٻڌ عشق وارن جون ڳالهيون، اٿي روزئون روز نراليون
ڪيئي عاشق ڪيئن تو کُهائي

٣ـ اهڙو عشق اصل ڪٿون آهي، ويو لهم لڳن جو لاهي
هاٿي خون جگر جو تو ڪائي

۴ـ ٻڌ درد وندن جون دانهان، مٿي عرش وڃن تيون الاهان
هاٿي ڏکيل دل تو ڏکائي

۵ـ ڏئي عشق ويو تہ اشارا، سيوئي سک وڃائين سارا
ويو عشرت عيش وڃائي

٦ـ آٿي درد مچايم دونهان، سيوئي سور اڇي تيئم سونهان
ويو ڪاتب قلم وهائي

٧ـ ايڏو بار بره جو آيو، سڀ "چيزل" سر تي سهايو
ڏسو پتنگ جان تو پچائي.

# ڪلام: ١٥٨
## (سُر مانجهه)

ٿلهه: پون بره جي باهه ۾ عاشق
کهڙو سر جو سانگو آ
کهڙو سر جو سانگو آ
ڏاڍو عشق آٿانگو آ

١- سوريءَ تي منصور چڙهائي
اسم اناالحق آپ الائي
کهڙو دين ايمان
محبت مرڻ مهانگو آ

٢- آگ اسم سان جسم جلائي
ماري نفس خوديءَ کي کائي
پاڻ سـر ڪرن قتلام
لاحد پهريون لانگهو آ

٣- خون جگر جو عاشق پيئن
موتو قبل مري ٿا جيئن
وره ڪيـن ويـران
مستيءَ ۾ سر نانگو آ

٤- وحدت ويهي ڪين وساري
دم دم دلڙي ياد سنڀاري
نينهن ڪيم نيشان
”چيزل“ سر سهانگو آ.

# ڪلام: ١٥٩
## (سُر مانجهہ)

ٿلهہ: سڙي سولان سِڪ نہ سنيار، وو ماهي يار
مٺي روءِ روءِ رل رل، رهہ ڳئي هئي

١ـ سولان سعادت نال گذرندي، سيج پلنگ سِڪ سمهڻ نہ ڏيندي
ساڙيس گهر ڪل ٻار، او ماهي يار
ڳالهيان ڪر ڪر ڳتين ڳل ڳئي هئي

٢ـ سڙ سڙ ميندي سرخي جو ويندي ڪجل مساڳ تي سينڌ نہ نهندي
ستر ڳيو سي سينگار، او ماهي يار
مونجهي ماتم دي وچ مرگئي هئي

٣ـ لڳا ڪان ڦهر دا درد جدائي، موتي ملڻ دي اميد نہ ڪائي
دل پئي سڪي ديدار، او ماهي يار
اکيان تڪ تڪ ڳوڙهين ڳڙ ڳئي هئي

٤ـ سو ڦيري صنم تان صدقي مٺين ٽيسان، جيئندي جڳ وچ
مول نہ هو سان
موت اڳي رب مار، او ماهي يار
ٻولي ٻاروچل نال ڪر ڳئي هئي

٥ـ ڪيچ ڪنون ڪو پيغام نہ آيا، رو رو آب اکين ۾ وهايا
مليم ڏکان داهي ڏاڍ او ماهي يار
ساري رات اسيڏي لنگهہ ڳئي هئي

٦ـ سور سيئني سر پاتم جهولي، ماءُ ڏکان دي ڏتڙم لولي
ڪر "چيزل" سر قربان او ماهي يار
گولي نال پنهل دي گڏ ڳئي هئي

# ڪلام: ١٦٠
## (سُر مانجھ)

ٿلھ: روئندي وتان پئي رڙان
مانديءَ ويندس مري

١ـ ساھ منھنجو تو توکي ساري
دم دم ساڻ سنياري
گھڙي ھتي نا گھاري
ساعت ڪين سري

٢ـ ھوت پنھل ڪان ھاڻي
پاڪ ڏٺي تو جاڻي
ھڏ جسم پيا گھاڻي
پيڙي پاڻ وري

٣ـ چاڪ پون تا جائي
سورن نہ ڏين تا ساھي
مل اچي تون ماھي
نہ تہ پوءِ ٿيندس چري

٤ـ "چيزل" سان دل لائي
پنھل ويو ڦاسائي
ساھ سورن ۾ آھي
دردن ڪولي دري

# ڪلام: ١٦١

## (سُر مانجهه)

تلھ: مارون مسافر ويڙا، سانگ ڪري تان سفر
سانگ ڪري تان صفر من ۾ مچائي حشر

١۔ جنن سواءِ ڪين سري ڇاڪون ڇڏي ويا پري
محبت ڪان پئي مري ڏار ڪري ويا دلبر

٢۔ ڏکن ڏکايو ڏاڍي، اديون ڙي وڃان ڪيئن ڪاڍي
مڙئي آيا سب ماڏي، سورن ڏنو آ صبر

٣۔ ايڏي جدائي نهي، دلڙي نہ تپي پئي سهي
ملڻ بنا ڪين رهي، ڇوري ڇڏي ويا ڇپر

٤۔ ڏاڍي ڏکن ۾ آيم، ناحق مان ڪيئن ڇايم
قلم لکئي ايئين ڪيم، تڏهن ڇڏي ويو تم ور

٥۔ هڪ تہ جدائي ماريو، ويتر تو وساريو
ڇو تا مئيءَ کي ماريو، پاڻ پوندو پوءِ قدر

٦۔ "ڇيزل" ڪنهن کي چوان دل جون ڳالهيون اڃا
سب سنڀالي ڪيان، اندر پنهنجي جو اوٻر

## ڪلام: ١٦٢
### (سُر مانجهہ)

ٿلهہ: ويندس ماگ وري، آهيان هڪڙي گهڙي

١ـ سک سمهڻ نہ آرام آ، وئي ٻگاراٽي منجهہ ٻري

٢ـ عشق سندي آڙاهہ ۾، ٻارڻ ويو ٻري

٣ـ موٽي اچڻ نہ آسرو، مهل اها اٿي ٻڙي

٤ـ ”چيزل“ تنهنجي آسري ڪوٽي آهيان ڪري

## ڪلام: ١٦٣
### (سُر مانجهہ)

ٿلهہ: مون کي ماروئڙن جا، پل پل پور پون
پل پل پور پون، اکڙيون رت تيون روئن.

١ـ مارو ملڪ ملير ۾ مر جان خوش هجن

٢ـ ساعت ساعت سانگن کان، سرتيون سال لنگهن

٣ـ موٽي ملندي مارئي، ويندي شال وطن

٤ـ قسمت قيد نصيب ڪيو، قابو منجهہ ڪوٽن

٥ـ ”چيزل“ باهہ برهہ جي من ۾ مچ ٻرن

# ڪلام: ١٦٤
## (سُر مانجهہ)

تلهہ: مان تہ ڪنهن ڪي ڪين ٻڌايان
پنهنجي قسمت ڏهون تي پايان

١ـ سڪندي سڪندي سال لنگهي ويا
روئي رات نيايان

٢ـ ڪڏهن ملندا مارو مان سان
او مونجهي ڏادي آهيان

٣ـ ڏيئي جدائي پاڻ هليا ويا
انگ لکيو ڪيئن لاهيان

۴ـ "چيزل" ساهہ سورن ۾ آهي
پير نہ پوئتي پايان

# کلام: ١٦٥
## (سُر پهاڙي)

تلهه: از حجرِ دوست درد دل گریان ززار زار
افغاءِ آه هر دمر برسرز بار بار

١ـ شب روز رقص درغمر، دیوان شد مدامر
مرهمر ز درد دل ما دیدار یار یار

٢ـ مسکین ما مسافر، زیراک دامر کرد
ازبال بي پر آشد، پرواز وو مدار

٣ـ گاهي جدا نشینمر، الازازین چني
از خود قتل نمودمر، عضوا پار پار

٤ـ ویران هزار عاشق، چندین کند چہ ما
جز حرف حق نہ دانمر، دیگار کار کار

٥ـ غمر سوز میگزارمر، 'چیزل' زاز تمامر
مخبر زمان نہ گردد جسِمي وو جان نار نار

# كلام: ١٦٦
## (سُر پهاڙي)

ٿلهه: ما غريبان كس نہ دانم
يكي ديگري در دوسئي
همچون عاشق رؤ نہ ترسد
دربان وو دربستئي

١ـ الحال من حال نہ گشتہ
خود مكاني لامكان
باطنت پنهان كرده
داخلي در پيشتہ

٢ـ همين وقت حسرت بہ گنارم
هر روز تنها بود لم
در جهان هيچ كاري
بيمار ما ازرو ستئي

٣ـ گرهمين خواهي كي طلبد
از خويش تن برون بہ كن
الا حب فراق من الموت
شد كاران كز كشتہ

٤ـ يك جاءِ بود از كم زخورده
رفتن توئي لاچار باش
پردہ پندار دارد
در چست "چيزل" كشتہ

# ڪلام: ١٦٧
## (سُر پهاڙي)

ٿلهه: بلاشڪ حسن سي هم هئي
ووئي مشتاق محبت ڪا

١. اگر مڪرل مشائخ بن
تانا تياز تحمت ڪا
منع تقويٰ مجهي ڪرم
يہ ئي برباد بحمت ڪا

٢. اگر عاشق تو بن هووين
وظائف نام ڪا ڳاوين
ملامت توڪ ڳل پاوين
ڪجا لعنت يہ رحمت ڪا

٣. اگر علم عظمت بن
تلاوت سي طلب ڪرنا
وجاهت ملت سي مرنا
يہ هي تحصيل تحمت ڪا

٤. اگر واصل ولايت هو
محل حق سي فخر الله
بسي ملڪيت الابلا
"چيزل" القاب الهت ڪا

# ڪلام: ١٦٨
## (سُر پهاڙي)

ٿلهه: غريبن جو غور توکي لازم ڪرڻو آ
لازم ڪرڻو آ ننگي ننگ ڪٽڻو آ

١ـ سڀئي آهيان ساري تنهنجي ٻي نه ڪنهن جي
ايندو اچي ڪندو وارث واهر منهنجي
آهيان ته حوالي تنهنجي، تو ڪئون ڪين ڦرڻو آ

٢ـ سڪ ڪئون سڏيندس توکي نه ڇڏيندس
حال ڏکن جو ڏوراپا نه ڏيندس
تون آهين صاحب دل جو، در تنهنجي تي ڏرڻو آ

٣ـ توکئون سواءِ ڪير آهي ڪنهن کي سهايان
تنهنجي ملڻ جون اميدان نه لاهيان
دلبردلڙي لٽي وئين، سڪ تنهنجي ۾ سڙڻون آ

٤ـ پيار ڏئي منهنجي دل ته کسي وئين
هڪ ته اسم ذاتي نام ڏسي وئين
سچو آهيان عاشق تنهنجو "چيزل" سولي چڙهڻو آ

# كلام: ١٦٩
## (سُر آسا)

ٹلھ: علم اسان نون عشق پڑھایا
الٹا باب بتایس وھوا

١ـ بیسر باب برہ دا پڑھدي
عاشق سوري تي سر ڏي چڙھدي
مام منصوري میدان تي کڙدي
ان الحق تہ الایس وھوا

٢ـ فرض فنا وچ آپ سڃاٹین
دم دم خیال نفي دا ڄاٹین
الا شيءِ لاتک ثاني
ذات صفات و کایس وھوا

٣ـ آپ صنم اظھار تي آیا
لوک عالم کنھن پید نہ پایا
ھر ھر جاءِ حق آپ سمایا
عبدون احد وکایس وھوا

٤ـ مشکل معني حرف حکایت
نال توحید دي ھویا ثابت
"چیزل" سمجھین عشق اشارت
سر سبحان وکایس وھوا

## ڪلام: ١٧٠
### (سُر آسا)

ٿلهه: مان ڪاڏي ٻُوليندس ڪيچ ڏي
منهنجو پنهل ايندم اڄ ڙي اديون

١۔ ڏکيا ڏونگر جا واٽ اٿائي
پيرين پيادي پڇ ڙي اديون

٢۔ رات انداري روهه ڏکي ۾
صبح ٿيندو سڄ ڙي اديون

٣۔ هن ولهي جو ور هليو ويو
روئي روئي ڪري رڄ ڙي اديون

۴۔ ڪيئن "چيزل" تنهنجي قلم لکيو آ
سمهڻ ويو تم سهج ڙي اديون

## ڪلام: ١٧١
### (سُر آسا)

ٿلهه: چاڪ فراق وڇوڙي ماريس
اندر آهي اڪير وي ميان

١۔ درد اندر ۾ ڏکن ڏکايس
سورن ڪيو سديروي ميان

٢۔ هر دم تو لئه رت رئيندس
نيٽين وهن ٿا نير وي ميان

٣۔ سڪ ۾ سارو ساهه سڙي ويو
جوش پون ٿا جهير وي ميان

۴۔ "چيزل" ڪيئن توکي ڪنهن سمجهايو
پير مغان سچ پير وي ميان

## ڪلام: ۱۷۲
### (سُر آسا)

ٿلهه: ڦاٽن ڦٽ تہ فراق وو
حال اهو تہ ٻ ڪنهن کي نہ چوان مان

۱۔ محبت تنهنجي ڪان پئي تہ مران ٿي
ماندي آهيان مشتاق وو

۲۔ ايڏو زخم اندر منجھ آهي
ڏاڍهان ڪيان دردناڪ وو

۳۔ جيڪي آيا اصل ڪئون اهڙا
انگ لکيو آ حق پاڪ وو

۴۔ دل ۾ درد دکن ٿا ڪيئي
سور سيئي خوراڪ وو

۵۔ ”چيزل“ ونحن پاڻ چوي ٿو
چو ٿو ٿئين پوءِ غمناڪ وو

## ڪلام: ۱۷۳
### (سُر آسا)

ٿلهه: تن اميدان موڪليون
تنهنجا نوان نوان آهن ناز ميان

۱۔ دم وسارو دل ڪئون ناهين
الف سندا آواز ميان

۲۔ راتيان ڏينهان رمز انهي ۾
رهبر وارا راز ميان

۳۔ تن اندر ۾ طلب جون تاران
ڳل سورن جا ساز ميان

۴۔ ”چيزل“ پاڻ پرين تہ پڙهايو
بره باطوني بياض ميان

# ڪلام: ١٧٤

## (سُر آسا)

ٹله: ميري درد ڪي دوائي ديدار هي صنم
جانون جسم ساه ڪا سينگار هي صنم

١۔ عشق ڪا آزار هي
تيري برهه ۾ بيمار هئي
التماس ڪر ڪر هور هيان
سنتا نهين صنم

٢۔ مهتاب او محتاج هئي
رخ مثل آفتاب هئي
وهوا حسن ميري هادي ڪا
جنسار هئي صنم

٣۔ صفت هئي فرقان ۾
مشهور هئي اسلام سي
دربار اعليٰ سيد ڪا
صلوات اعليٰ بر صنم

۴۔ طالب هين توحيد ۾
صادق هوئين هين سر صفا
امر نهي مصروف هئي
فرمان "چيزل" هئي صنم

# ڪلام: ١٧٥

## (سُر صبوحي)

ٿلهه: اهي سامي سدا پيا سهائن
جيڪي جوڳي جسم جاڳائن

١۔ جوڳي اهي جيڪي جسم جاڳائن
سر جو سانگو طمع نہ آڻن
اهي قربئون ڪند ڪپائن

٢۔ جايون جوڳن جون ڏس تون جاچي
لاحد لاهوتي وڃن پيا ناتي
اهي نانگا نينهن نپائن

٣۔ سيئي سرها سير سامن جا
لوڪ لاڳاپا لاهيون تہ وتن ٿا
اهي محبت مچ مچائن

۴۔ ويران هميشہ وجود ويراڳي
بر ۾ جايون جوڙن پيا بيراڳي
اهي "چيزل" پاڻ وڃائن

# ڪلام: ١٧٦
## (سُر صبوحي)

ٿلهه: اديون جاڳو جيڏيون گهر گهوٽ آيو
اٿي ڪر سويلي ساجهر تون سعيو

١ـ اڪڙين اوجاڳا سدا سهاڳا
پائي هار ڏاڳا چندن رلايو

٢ـ ساري رات اڄ رات چڌ سهڻ جي تات
هاٿي ڦتي پريات لاوان ملايو

٣ـ ٿيڙيون خوشيون ڪاڄ سرها سيئي
ويڙهي يار آيو اٿي جاڳو ويهي
اصلئون تہ ويهي رئايو ڪلايو

٤ـ شغل شهانا
پائي ڳل جا ڳانا
ڪري ڪير معنيٰ
"چيزل" ڳالهايو

# ڪلام : ١٧٧

## (سُر صبوحي)

تله: ڪنهن جي نہ پَئي آ ڪنهن ڪي نہ وٽان تي
ساري عمر جا سهمان ڪٽان تي

١ـ چوان ڪرمن ڪي ڪاڏهن مان آيم
هئي هئي سورن ڪان ناحق مان ڇايم
سڄي رات ساري رڻ ۾ رڙان تي

٢ـ بيوس بندياڻي بيزار سيڪو
ڏادي ڏکيل ڪئون پري پڇي هرڪو
سخت سورن جون چاڙهيون چڙهان تي

٣ـ هرڪو ڏئي پيو ڏکا ڏوڻان دڙڪا
روئي اکين جا ويٺي پويان مٽڪا
سڪ تہ لڳي آ ساري سڙان تي

٤ـ "چيزل" ڏکيو حال ڪنهن کي ٻڌايان
ڏادي غمن ۽ دردن ۾ آهيان
باھ برھ جي قلبئون ڪڙهان تي

# ڪلام: ١٧٨
## (سُر توڙي)

ٿلهه: ڏس عاشقن جا آستانا ميان
جيڪي مست هجن مستانا ميان

١ـ عاشق اهي اظهار هجن
سي بار ملامت سر تي کڻن
جيڪي خواري خلق کئون کين ڏجن
اهي يار ڏسو تہ يگانا ميان

٢ـ سالڪ سوين سر ڏار ٿيا
اهي نيزي نينهن نروار ٿيا
منجھ وحدت جي گم گار ٿيا
اهي سورهيہ سر گردانا ميان

٣ـ ڪامل ڪيئي قربان هجن
اهي ڪنهن کي ڪجھ نہ کين چون
راتيان ڏينهان پنهنجي جيءَ سان وڙهن
اهي مرد ڏسو مردانا ميان

٤ـ مرد اهي منصور جهڙا
جيڪي موت ڏسي يي کين مڙيا
اهي سهجئون سوري ستت چڙهيا
اهي پتنگ ڏسو پروانا ميان

٥ـ ڪتي ازلي اعليٰ شان ڏنم
ڪل وصف نبين جا نيشان ڏنم
"چيزل" پاڪ صنم عربي چام ڏنم
جيڪو شاهين داهئي شهانا ميان

## ڪلام: ۱۷۹
### (سُر ٽوڙي)

ٿلهه: وه واهه شان محمد عربي تيرا
مولا آپ ڪها تجھ پہ صلي عليٰ

۱ـ تيري جاءِ فلق سي هئي عرش اوپر
تون هئين وارث جهان ڪا هئين ڪوثر
تيري ذات سچي تو سچا سرور
مولا ڀيج تيري فرقان ديا

۲ـ اپني مهر مولا سي معراج ڪيا
يہ هي فيض حقيقي امداد هوا
تحفا ازلي اسم ذڪر ذاتي مليا
هوئي سوا لک ڪل نبي سرها

۳ـ يہ جهان دنيا تيري واسطي بنيا
تو هئين شاهه خلق هر دو راهنما
تيري احد سي ڪيوين ميم بنيا
عالم ميم ڪي پردي ڀول گيا

۴ـ "چيزل" احد علي ڪيها نام فرق
جيڪو شاهه نجف دا هئي مالڪ
اسي ڪي جن بشر ملڪ ڪل بيعت
اسڪي نام صدق مئين قربان ٿرا

# کلام: ۱۸۰

## (سُر ٹوڑي)

تله: کیوین میم کا پردار پاکي کڑا این
کرا احمد اولا اونداھي
تون این صاحب صفا محبوب خدا
وچ نور اُھیندي رھندا ھي

۱۔ کیئي تخت سلیمان تابع تیري
سوین در تي سکندر پاون ڦیري
تون این خالق خدا مھندار میري
سڀ بار امت دا سھندا ھئي

۲۔ لک لائق تیڏي احسان اھڙي
کیا تعریف کران مئین بیان کھڙي
توٹي خاص خلیل الله جھڙي
محتاج سوا لک ھوندا ھئي

۳۔ معراج ڳیا متي عرش اوپر
ڦرکوٺن اکیندا تینون بشر
ووئي کلمان نبي کا پڑھندي پٿر
آسمان فلک سڀ اُھیندا ھي

۴۔ تون این ذات خدا کي فقط اسم
کوئي ثاني نھین ماري تیرا دم
ویکڻ نال "چیزل" ساري لھندي غم
او سنیال اسا ڏي لھندا ھي

# ڪلام: ١٨١
## (سُر توڙي)

ٿلهه: لهندو سڪ ته وارن سنڀال اسان
سؤ ڏک ته غمن جا آهن بار اسان

١۔ هڪ ساعت سڪ جي ڪين ڏنم
ٻيو سور سيئي سر تي سنم
تيون محبت وارا مينهن اٿم
چوٿون يار تيو آهي ڏار اسان

٢۔ هڪ ڪير ٻڌي اسان جي ڪير ميان
ٻيو ته قسمت جو آهي قير ميان
تيون ڪاريهر تي پيو پير ميان
چوٿون هار ويو آ سينگار اسان

٣۔ هڪ امر لکئي ڏهون پايان مان
ٻيو ته ڪنهن کي ڪين ٻڌايان مان
تيون سخت سورن ۾ آهيان مان
چوٿون عشق ڏنا هن آزار اسان

۴۔ هڪ سرتيون سڪ جو سمهڻ ويو
ٻيو ته ڪائڻ پيئڻ زهر ٿيو
تيون "چيزل" روئڻ روز پيو
چوٿون بره ڪيو آ بيمار اسان

# ڪلام: ۱۸۲

## (سُرُ ٽوڙي)

ٿلهہ: لڳا نينهن صنم بي پرواهہ دي نال
شل دم دم گذري هڪ خيال دي نال

۱ـ نينهن صنم دي نهوڙ گهتيا
سارا سند ٻسند عشق اڪيڙ گهتيا
لڳا تير تکا جگر جان ڦٽيا
ساڏا گذر ڏکيا هئي آزار دي نال

۲ـ سر ساهہ صدق جند جان جدا
مئين مشتاق هوا هون قربان فدا
ڪران روز صنم در دِرتي گدا
دلڙي دست ڪيتس چا ديدار دي نال

۳ـ حملا حسن صورت سر تي ناز اچن
سئي سئي ابرو قهري ڪان سٽن
من محبت سيتي مار گهتن
کهڙا ناحق ناءَ نظاري دي نال

۴ـ راتيان ڏينهان ڏکڙي روز آيم
سي بار ملامت سر تي چايم
هئي هئي "چيزل" سوران ڪيتي چايم
پئي جان جسم جنگ جيءَ دي نال

# ڪلام: ١٨٣
## (سُر توڙي)

ٿلهه: اهو حال اسان کي ڏس ته سهي
ڪيئن دل ته ڪيئي بيوس ته سهي

١ـ ڪي وره تنهنجي ويران ڪيا
سوين سر ته صدق قربان ٿيا
ڪيئي نيزي تي ته نشان هيا
تون ته عاشق ماري هس ته سهي

٢ـ جتي محبت مينگهه ملهار ڪيا
اتي ابرن جا وسڪار ٿيا
اتي تير تفنگ ته هزار هيا
تون ته بارش وانگر وس ته سهي

٣ـ ڪيئن باهه اندر منجهه ٻارين تو
وري ماري پاڻ جيئارين تو
انهي تار منجهارئون تارين تو
تون ته پارس وانگر گس ته سهي

٤ـ "چيزل" سان تو ٻول ٻڌا
دلڙي يار ڪٿي ويو ڪري ته جدا
فراق وڇوڙي زخم وڌا
تون ته رهبر رڻ ۾ رس ته سهي

# ڪلام: ١٨٤
## (سُر توڙي)

ٿلهه: ريءَ مارن لئي پل مول نہ سري
اهي قسمت ڪيا ڪيئن ڏار پري

١- مام مارن جي ماري ٿي
ايها ڳٽتي اوهان جي ڳاري ٿي
دلڙي دم دم سانگن ڪي ساري ٿي
هت رويون رويون ويٺي سڏڙا ڪري

٢- بن سيج پلنگ نڪي سک ٿا وٺن
مون ڪي مارن جا ٿا پور پون
اکيون راتيان ڏينهان رت پيون رڙن
هتي ڳٽڻ ۾ منهنجو جيءَ ڳري

٣- اميد اها اڪير اٿم
شل تہ مارن سان مون ملندم
نہ تہ هٿي هٿي هتڙي ڪيئن مان ڪندم
هي ماندي مونجهي ويٺي مري

٤- صحت سرتيون سکڙا ويم
اجي پيش پلئہ منهنجي ڏکڙا پيم
"چيزل" سورن ۾ سارو ساهہ سڙيم
هيءَ تہ حال ڏکيو وري ڪنهن سان ڪري

## ڪلام : ١٨٥
### (سُر ڌناسري)

ٿلهه: ڪيئن نفي مؤن نروار ٿي آيس
اصل هتي اظهار

١ـ جاءِ مڪان مئي جو نالو نفي ٿي
آهيان سورن جو سردار

٢ـ عام عالم مون کي ڪين سڃاڻن
آهيان جوڙ عجب جنسار

٣ـ چائڻ لاڪون چاڻ پيو سي
ديدان ڪليان ديدار

٤ـ بيرنگ برقعو بشري پايم
سڀ "چيزل" سينگار

## ڪلام : ١٨٦
### (سُر ڌناسري)

ٿلهه: دل اسان جي يار پيارا
بيوس بيحد ماندي آ

١ـ راتيان ڏينهان نيٹين نير وهن ٿا
روح روئڻ کئون نہ رهندي آ

٢ـ درد فراق وڇوڙي ماريس
ڪيئن هت قسمت آندي آ

٣ـ دم دم دل ۾ طلب توهان جي
هڪ وقت نہ ويلهو واندي آ

٤ـ "چيزل" سڪندي سال لنگهي ويا
بره ڪئي هي باندي آ

## ڪلام: ١٨٧
### (سر ڌناسري)

ٿلهه: کهڙا سور ڪنهن کي ٻڌايان مان
قضا قلم لکي ڏهون پايان مان

١ـ انگ ازل جو امر ائين هو
نيٹن رت ٿي وهايان مان

٢ـ سرتيون ساعت سال لنگهن ٿا
ڏينهن ڏکيا ٿي گذاريان مان

٣ـ عشق اندر ۾ آتش ٻاري
جوشئون جيئري ٿي جان جلايان مان

٤ـ "چيزل" سڪ ۾ ساهه سڙي ويو
اهو لحم لڱن ڪئون ٿي لاهيان مان

# ڪلام: ١٨٨

## (سر بسنت)

ٿلهه: يار اسان نون ڪيا ول ڪيتوئي
سڌ نہ رهندي ڏوهہ ثواب

١۔ نال نشي وچ مدهوش جو ٿيم
شوق شراب دا پيالا پيئم
هر دو جهان دي تعلق ڳيم
پڙهڻ نمازا ڪيها هي حساب

٢۔ لنگهہ اتان وچ لاحد اڙيان
حرف هڪو ڏس وحدت پڙهيان
غير گمان سڀ خطري سڙيان
ٿي ڳئي صفائي پچ ڳيا حجاب

٣۔ نال اسا ڏي نيهڙا لائي
بيوس دلڙي ڪيئن چا قسائي
عاشق اپنا قتل ڪرائي
درد لڳا تي سخت عذاب

۴۔ برقع پاڪي ڪيوين هڻ لڪدئين
چوڙ اسان نون ڪتان وت تڪدئين
بئي تہ سينا ڪون سڀ ڪجهہ ڏسدائين
”چيزل“ ڪڏان تہ ملئي مهتاب

## كلام : ١٨٩

(سر بسنت)

ٹله: ناحق نال اسان ڏي سيان
کھڙا سيالين دا ساڙ ماهي

١۔ مئين رانجهن دي نال جو ويسان، وچ ماهي دا ملک مٹيسان
شاهي تخت هزار ماهي

٢۔ ڏيون ويڻ الاون جهيڙي، خوار خراب جو تيڙي کيڙي
اصل مئين هان بيزار ماهي

٣۔ جيڏيان سينگيا تي ڳئي جدائي، خواري خلق ول کهي مچائي
توکان طعني هزار ماهي

٤۔ چاک دي نال مئين نينهن جو لايا، جنيان جهيڙي لوک تپايا
جاٹي باغ بهار ماهي

٥۔ "چيزل" پيچ پرين مئين پايا، بيوس دل ميڏي کيئن چا قسايا
سر صدق سؤوار ماهي

# ڪلام: ١٩٠

## (سر بسونت)

ٿلهہ: عشق اسان وٽ آيو آيو
خاص اها ئي خبر ڪٽي

١۔ ملڪن ڪي ڪل ڪانہ جو پيڙي
ڳجهہ ۾ اها تو ڳالهہ ڳٽي

٢۔ اول مارين پوءِ ٿو جيئارين
وهوا اها توڪي ڳالهہ وٽي

٣۔ راتيان ڏينهان طلب هڪائي
ڇاٽي پرور پاڻ ڏٽي

۴۔ "چيزل" بار بره جو آيو
جيڪا منهنجي باب ٻٽي

بسم الله الرحمان الرحيم

# ڏوهيڙه شريف

## بيت- ١

آڏوتي الف ڪٺون واندا ڪين ويهن
ڀريون پنهنجي نفس ڪي تا پل پل پرزا ڪن
سامهون ٺيا صبحان ڪي تا ساري رات رڙن
اٺي اسر ويل جو تا سيني سوز سڙن
سهٽا "چيزل" تا پور پون
جو دم دم دونهان درد جا

## بيت- ٢

رڙي رڙي راتيان ڏينهان نيٽين وهايم نير
ڏکي پنهنجي ڏک جا چا ڪري باب نظير
سيني سور سنوان ٺيا چاڪ پون تا چير
سهٽا "چيزل" ڏس فقير جيڪي سورن منجھ سڙي ويا

## بيت- ٣

دانهان ڪيون درد جون دل ۾ دڪائج دوڏ
ٻڌي سورن سندرو جسم جلائج جوڊ

فنا تي فراق ۾ نفي ۾ نابود
سهجئون سر پنهنجو ذاڪر ڏي تون زود

ســـاڙي ســـــب وجـــــود
سهڻا "چيزل" ٻڌي نوبت نينهن جي

## بيت-۴

ٻولا ڪرج ٻجهه ۾ رکج طلب تمام
ماري نفي نفس کي ڇڏ وڃائج پاڻ

جاچي ڏس جيءَ اندر ۾ سارو تي سبحان
سهڻا "چيزل" سمجھ پوئي تون ڇاڻ هر جاءِ حاضر هڪ تي

## بيت- ۵

هر جا، حاضر هڪ تي تون ڪھ نہ ڪائي بات
ٻي نہ آئج ٻولڙي نہ ڪا وائي وات
ڪل پوندئي ڪين مئون تي نفي مئون اثبات
ظاهر ظهورو ذات ٻي صورت سڀ صفات
سهڻا "چيزل" مشڪل بات
اٿي سڌ پردو ئي سمجھ جو

## بيت-٦

هادي اسان نون حرف پڙهايا سڀ وجود وڃاوين
ٻن ڏي ٻيائي کون ذاتي ذکر ڪماوين
تي شتاب شمع تي پتنگ جان پڇاوين
وچ نفي دي نابود تيون
سختي بار سهاوين
رهبر راه هڪايت والا سهڻا "چيزل" تون صحيح سر سڃاڻين

## بيت-٧

راڳ ٻڌ ته رمز لڳئي صوفي تئين سچ
ڪنڌ رکي انهي ڪات تي ته عاشق اڏي تي اچ
ڏسي شعاع شمع جو تون پرواني وانگي پچ
سهڻا "چيزل" ٻاري مچ ته دونهان نڪرن درد جا

## بيت-٨

راڳ سجوهي راز آهي ڪي معنيٰ ڪن مهمير
پرجهي ويهن پاڙ ۾ آه اندر تن اڪير
سمجهن سچ سلوڪ ڪئون اهي نيٽين وهائن نير
سهڻا "چيزل" چون فقير ته راڳ منجهه ٻه رمز تي

## بيت-٩

راڳ منجھ ۾ رمز تي عام ليکي آ هُل
سمجھن کين سلوڪ ڪٿون آهي ڀيائي تن کي پل
عاشقن کي آواز تيا هو هو مچاين هل
سهڻا "چيزل" عين امل
وحيي عاشق اظهار تيا

## بيت- ١٠

عاشق اظهار تيا ڪٿن گلا سندو گانگھو
ڪند رکي هن ڪات تي ڪن نا سِر جو سانگو
جيڪي آيا عشق اويڙ ۾ تن موتڻ مهانگو
سهڻا "چيزل" سودو سهانگو
سوري جڏهن سر ڏين

## بيت-١١

خدا کي ملڪ ۾ محفل جو مئين ايسي بنايا تا
اسي کي نام ڪا نيزه جو جب سيني لڳايا تا
مقدر مين نوي سد هئي جو ڪوئي رنجور آيا تا
بره کي باھ ۾ "چيزل" جسم اپنا جلايا تا

## بيت-١٢

خدا كي نام كا صدقا جو مجھ سي نينهن لايا هئي
اسي سي هم يي ڤر ايسا حوالي جان كيا هئي
موتو قبلل جو مركر كي بها ميري خون ديا هئي
اسي كا هل هنگام هئي جو "چيزل" سمجھ گيا هئي

## بيت-١٣

خدا كي عشق مين اپنا جسم سارا جلايا هون
اسي كي آگ مين يارو سر سارا گنوايا هون
ومن يتو كل علي الله فهو حسبه الايا هون
نسنگ نروار چڑھ نيزي جو "چيزل" نينهن الايا هون

## بيت-١٤

نينان ميكون نهوڙ گهتيا مئين چشم ماهي دي چٽيان
رمزان غمزان يار ديان يار كرن تي دل لٽيان
تركش تير چلاون قهري ڏيون سئي سئي جلوي جهٽيان
منهن مهتاب پير يمغان دا سهڻا "چيزل" مئين ويك سينگار كو سٽيان

## بيت-١٥

رانجهن مئكون رمز رلائي مئين تہ رلندي رل ڳئيان
هير تتي نون يار نہ ملدا مئين تہ سكندي سڑ ڳئيان
رانجهن تخت هزاري دا صاحب مئين تہ ٿل وچ كملي پئيان
چاك جهڑا ماهي يار ملي سهڻا "چيزل" مئين تہ رؤ رؤ بيوس ٿيئان

# بيت

(۱)

نهاري ناز سان نازڪ ڏنائون
صدق قربان قربن سان ڪيائون

(۲)

پري پيالو ڏيئي پُر جام وحدت
خمر خاصو اٿاريائين ڪيف فرحت

(۳)

نہ ڄاڻان شهد هو يا آب زمزم
پيئڻ سيتي اٿاريائين تيڪ دم دم

(۴)

رکيو هٿ جي مٿا تنهن دست دلبر
پائي برقعو آيو احدون بشر

(۵)

تنهن لاڪون وٺي تهدل ٿياسي
سيئي دنيا سندا تعلق ڇناسي

(٦)

ڪريمن جي ڪريان ساراهه ثنائي
ڏسيو جنهن ياد هڪ نالو بقائي

(٧)

سڪونت صبر ڪر اختيار دلڙي
فنا دنيا اٿي هڪڙي گهڙي

(٨)

ڏسي "چيزل" فڪر ڪر تون سدا هي
فنا دنيا اٿئي هڪ دم فنا هي

## بيت

رڙي رڙي راتيان ڏينهان منهنجو هيٺو ٿيم حال
اهڙو درد دل ۾ نڪو- سڪ ٿيم قرار
ڏکي پنهنجي ڏوجهري- نڪو صحت جو سوال
باري بار برهه جو، مٿي سر ٿيم بحال
"چيزل" سور سنيال ته سندو ساعت ڪينڪي

# بيت سسئي جا

## بيت-١

سسئيءَ سڙي سورن جي اڳي ڏاڍي هئي تہ ڏکي
هڪ ڏير ڏئي ويا ڏوجهرا ڀيو پنهل پياسي بکي
رند ڏسي راڙيون ڪري سسئي ڪين ٽڪي
وڃي تيزئون تيز تڪي ڏسو "چيزل" ڪيئن چري ٿي ا

## بيت-٢

ڏس "چيزل" ڪيئن چري ٿي آ پنهنجي ور ڪان ويچاري
ڏئي ٻاهه ڀنڀور کي ڪيئين ترت سگهو تياري
واڪا ڪندي وڃي پئي هئي منزل جي ماري
ڪري ڪوڪان ڪوهياري سائين "چيزل" ڪڏهن ملندي ڪيچ کي

## بيت-٣

ڏاڍا ڏکيا ڏونگر ڏوجهرا اٿي پاهڻ پيرين پند
سسئي روئي سڪي پئي ڏسي راهون نهاري رند
چري چاڪن چور ڪئي وڏيون چاڙهيون بيحد بند
پوءِ تہ نهاري ڪنڌ سسئي ملندي ساٿ سان

## بيت-۴

سسئي ملندي ساٿ سان ڇڏي پينگ پنيور
ڪيچي ڦهر ڪري ويا ٻيو پنهل نيائون زور
آيا ڏکيا ڏوجهارا ڏونگر ويٺي ڏور
گهوري سر گهور سهڻا "چيزل" صدقي سسئي

## بيت- ۵

پهرين پهر پنهل لاءِ منهنجو سک ۾ ساهه ويو
اديون آريءَ ڄام جو مون کي پلپل پور پيو
ويهڻ ڪاڻ وهه ٿيو نڪي سمهڻ سک رهيو
ڏسان هوت اهو سهڻا "چيزل" پنهنجي يار پنهل کي

## بيت-٦

ٻي پهر ٻُڌي هيم هاڪ اها ته هڪل
پنهل ڪٽي ويا پاڻ سان نڪي منهن ڪري موڪل
صبح جو اٿي سسئي ٻڌي تن اندر توڪل
موٽي ملندي شل سهڻا "چيزل" پنهنجي يار پنهل سان

## بيت-۷

ٽئين پهر ٽپي وئي ڏونگر وات ڏکي
لڪ اڳيون لاڙا لنگهي واري وات سُکي
جبل جهاڳي ڏار پئي هڪ پيرين پيادي ٻُکي
سسئي مٺي سکي سهڻا "چيزل" پنهنجي يار پنهل ڪان

## بيت–٨

چوٽئين ڀھر چري تي آ چڙي سسئي سپ سينگار
ٽڏريون ساھون سڏڪا پري ويني روئي زارئون زار
آيا پنڌ ڏونگر جا ڀيو جبل جھاڳڻ ڏار
موتي ملنڊءِ پنھل يار سھڻا "چيزل" سچي ٽيندي سسئي

# بيت ڪربلا جا

## بيت-١

ڪربلا ۾ قهر ٿيو ڪيڏا هل حشر
ڪوفن ڪاغذ لکيا رکي ڊوهه مڪر
شهزادا هليا شام ڏي سيئي ساڻ سفر
ڪٺا اهي ڪافر سهڻا "چيزل" سيد سان سامهون ٿيا

## بيت-٢

ڪربلا ۾ قافلو آيا اڄ امام
سختي سنائون سر تي ڪٽي سورن جا سامان
ظاهر ظلم يزيد جو آهي مخفي معنيٰ ماهه
پاندئون هيا پهلوان سهڻا "چيزل" شير شهيد ٿيا

## بيت-٣

ڪربلا ۾ قافلو آيا اڄ ڪٽي
رايو هيو رب جو اهاوين ڳالهه وٽي
ظاهر ظلم يزيد جو هيو پرور پاڻ ڏٽي
اجا آهي ڳالهه گهٽي سهڻا "چيزل" شير شهيد ٿيا

## بيت-٤

ڪربلا جي پڙ ۾ آيو حر ڪري هڪل
ڪنڪ ڪارون يار مٺون آيو هڪ جٽو هيڪل
تنهن سورهيہ ٿئون صدقو وڃان آيو سختي مجهه مهل
ٻڌي تن اندر توڪل سهڻا "چيزل" شير شهيد ٿيو

بيت- ٥

ڪربلا جي ڪهر جو تو ماتم مچ ٻري
ڪيئن ٻڌايان عام ڪي ظاهر ڳالهه ڪري
ڏڙ جنهين جا ڏار ٽيا نيزي سر چڙهي
اهو اشاروعشق جو سمجهڻ مام پري
سهٽا "چيزل" جيءُ ڳري
ماتم منجهه مري وڃان

بيت-٦

ماتم منجهه مري وڃا مون ڪي سورن سمجهايو
هئي هئي قاسم گهوٽ ڪان جنهن جي ميندي جو سعيو
بيبي پنهنجي ياءُ ڪي ڏاڏي پيارئون پڙٽايو
ڪسڻ ڪان ڇايو قاسم تئون قربان ٿيان

بيت-٧

قاسم تئون قربان ٿيان صدقو ڪيان هي ساهه
سهرا ميندئون سيج ڇڏي شهادت رسيو شاهه
اهو جرجلو جيءُ اندر ۾ اٿو موت سندو ماهه
سهٽا "چيزل" ڪيڏان آهه ته جبل ڪل جلي وڃن

# ڪلام سي حرفي
(سر پيروي)

١. الف عشق وارا پڙهي ويا نماز
دمن سان دوگانا سندا هي بياز

٢. پهريون باب بي جو تڪيو تي طمع جو
هو وڻ هستي پنهنجو ويا ٿي ٿواز

٣. جيمئون جن پيتو جي تن حق ڏنو هي
خدا جي خبر جا ڪي ويا خطرا خاز

٤. دالئون ڏيان ڌر تون ميتا ڪان نه مرتون
طمع ترڪ ڪر تون ذالئون ذڪر آز

٥. ريئون رب جي رحمت لٿي تن تئون شامت
وئي دور ظلمت زيئون زهن ساز

٦. سينئون سڪ اوهان جي سمهڻ سيج سنهنجي
نيٽين ننڊ اسان جي شينئون وئي آ شاز

٧. صوادئون سڪ سمهڻ ويو لذت خوش گهمڻ ويو
روزئون روز روئڻ پيو ڏکي ضوادون ضواد

٨. جن ط تڪيو آ انهن سچ ڏنو آ
دنيا ڪم ڪچو آ ظيئو ظلم راز

٩۔ عينئون عشق عادت سچي سک سعادت
وئي غين غفلت غازي منجھ غياز

١٠۔ فيئون فثم الله وجہ حق تجلا
ھر جاءِ نور الله نظرسان نياز

١١۔ کافئون کين کمايم نکو پاڻ پايم
جڏھن عشق آيم قافئون کين قاز

١٢۔ لامئون لک ٽيو سي دنيا ھٿ ڪنيوسي
تني کي تڙيو سي فائقي منجھ فياض

١٣۔ ميمئون نا مڙن ٽا سوري تي چڙھن ٽا
ملان سي سڙن ٽا ڏسي نينھن ناز

١٤۔ نونئون نظر وارا نفل سنت سارا
دنيا جا ڏيکارا رکعتان رواز

١٥۔ جنن وا وساري تنن نند پياري
وئي عمر ساري اجائي اياز

١٦۔ سکي سي کئون شريعت تکيو پند طريقت
ڏسي ھي حقيقت معرفت ملک معاز

١٧۔ لامئون ڏس لاھوتي صبر چپ ثابوتي
اھو حال ھاھوتي ياھوتي غواز

١٨۔ ع الف عشق آيم دنيا ھٿ ڇڏايم
ھکو خيال لايم الف سان آواز

١٩۔ يکوي اڙيا سي پنجئي وقت پڙھياسي
”چيزل“ سارا سڙيا سي عاشق کي آغاز

٩- عينئون عشق عادت سچي سڪ سعادت
وئي غين غفلت غازي منجھ غياز

١٠- فيئون فثم الله وجہ حق تجلا
ھر جاءِ نور الله نظرسان نياز

١١- ڪافئون ڪين ڪمايم نڪو پاڻ پايم
جڏھن عشق آيم قافئون ڪين قاز

١٢- لامئون لڪ ٽيو سي دنيا ھٽ ڪنيوسي
تتي ڪي تڙيو سي فائقي منجھ فياض

١٣- ميمئون نا مڙن تا سوري تي چڙھن تا
ملان سي سڙن تا ڏسي نينھن ناز

١٤- نونئون نظر وارا نفل سنت سارا
دنيا جا ڏيڪارا رڪعتان رواز

١٥- جنن وا وساري تن نند پياري
وئي عمر ساري اجائي اياز

١٦- سڪي سي ڪئون شريعت تڪيو پند طريقت
ڏسي ھي حقيقت معرفت ملڪ معاز

١٧- لامئون ڏس لاھوتي صبر چپ ثابوتي
اھو حال ھاھوتي ياھوتي غواز

١٨- ء الف عشق آيم دنيا ھٽ ڇڏايم
ھڪو خيال لايم الف سان آواز

١٩- يڪوي اڙيا سي پنجئي وقت پڙھياسي
”چيزل“ سارا سڙيا سي عاشق ڪي آغاز

بسم الله الرحمان الرحيم

## (١) الف

الف عاشق پڙهي سامي لنگهي سج
نفي ڪري نفس کي ماري ڪيائون مچ
ٻڌي سهجئون سندرو سدا سورن جج
رکي فرض فهم وجي هاديءَ سان هو رسيا

## (٢) ب

باب بره جو بيشڪ ڪيائون بحال
هذيحبون نهم في الظمات ڏسي پنهنجو حال
سامي سڪائي تن کي پاڻ ڪيئون پئمال
رکي خاصو خيال وجي هادي سان هو رسيا

## (٣) ت

تپائي تن کي طالب ٿيا تمام
باهيون ڏئي بره جون رهن عاشق مست مدام
من زلذي شفع عنده الاباذنه آيت منجھ قرآن
خطرا لاهي خام وجي هادي سان هو رسيا

## (٤) ث

سهجئون سوز ۾ سامي ويا سڙي
ٻڌي ڳالھ ڳري ويا ماتم منجھ مري
تن کي طلب تن ۾ لڳن ذوق ذري
گهوري سر گهري وجي هادي سان هو رسيا

## (٥) ج

جيئون هن جهان جا سانگا ستيائون
قاتل نفس قريب کي هٽي ڪاٽي ڪنائون
ان الذين آمنو اها آيت ڏنائون
مقصد سڀ متيائون وڃي هادي سان هو رسيا

## (٦) ح

حيئون انهي حال ۾ تيس حيرت ۾ حيران
عدم منجهئون آدمي تون ڪيئن ٿئين انسان
مولا پنهنجي مهر سان توکي سائين ڏنو سڀ ڄاڻ
تو ۾ تنهنجو ساڻ وڃي هادي سان هو رسيا

## (٧) خ

خيئون خدا جي خوف ۾ عاشق منجھ آزار
سسيون چڙهيون سوريءَ تي دڙ تيا هن ڏار
ڪل وهي من النسماءِ و لبدري في الدجاءِ ڏسن دل اندر ديدار
صاحب رب ستار وڃي هادي سان هو رسيا

## (٨) د

دالئون انهي ديوان جو پهريون پڙهيم باب
نفل نمازان نيتان ڇڏي سنت سڀ ثواب
مرد انهي ملڪ ۾ جاتي ڏوهه نہ حساب
ننڊ وڃائي خواب وڃي هادي سان هو رسيا

(۹) ذ

ذالئون ظاهر ذات آ کو سمجهي مرد ڏسي
فذکروني اذ کر کم پنهنجو پاڻ پسي
وشکر ولي ولا کفرون وحدت سان وسي
گڏجي گر گسي وڃي هادي سان هو رسيا

(۱۰) ر

ريئون رضا رهبر جي ڇڏي هليا پاڻ
حکم هاديءَ جو مڃي امر سڀ فرمان
انهي نظر نور سان ڏسيو عرش لامکان
هر جاءِ حق سڃاڻ وڃي هادي سان هو رسيا

(۱۱) ز

زيئون تنهنجي ذوق ۾ منهنجو اهڙو حال ٿيو
ڪارا ڪپڙا ڪريون مون ڪٿون سک جو سهج ويو
راتيان ڏينهان روز هت روئڻ روڄ رهيو
پرين پور پيو وڃي هادي سان هو رسيا

(۱۲) س

سيئون سک گهٽي آ ڏاڍو اندر منجهه آزار
اٺان ويهان سور سان نه کو سک وٺي سنسار
مٺي هي مرض ٿي ويني روئي زارئون زار
واندي ناهين وار وڃي هادي سان هو رسيا

(۱۳) ش

شيئون شهد شکر مئون چکي ٿيس چري

دم دم ڪٿون لذت لذيذ آ اچي ٻاھ ٻري
لهر مافي السموات و مافي الارض ساعت ڪين سري
ڳٽتي وٺي ٻري وجي هادي سان هو رسيا

## (١٤)ص

صوادئون دل صبر ڪر اڪڙين جهلج آب
ماتم سندي ملڪ ۾ اتي روئڻ روز ثواب
منٽي هن مريض جو چئڻ لاجواب
آهي ازل جو عذاب وجي هادي سان هو رسيا

## (١٥)ض

ضوادئون ڏک لڳو تم سک سيوئي ويا
في ظلمات عذاب عليم ٻڌم ڳالھ اها
تڏهن توبہ ترڪ ٿيو جيڪو دم جيبيا
موتو مام ميان وجي هادي سان هو رسيا

## (١٦)ط

طئي هن طلسم ۾ نتا عاشق بيهن اڙ
قصو سچو قلزم جو واعدو ڪيائون وڙ
لامقصود في الدارين الا هو سر جدا ڪرڏڙ
راتيان ڏينهان رڙ وجي هاديءَ سان هو رسيا

## (١٧)ظ

ظئي ظالم نفس کي ماري ڪر ميد
تنبيهان ڏيئي طلب جون هٽي ڪوني قيد
بشيءَ من علم الا بما شا سجدي منجھ سجيد
نفي ٿي ناميد وجي هادي سان هو رسيا

(١٨) ع

عينئون عشق انهي ۾ جوڳي جوان جليا
عارف اهي اظهار هن مٿي ملڪ هليا
قالو بليٰ قول تي هڪو احد الله
بيشڪ بات بليٰ وجي هادي سان هو رسيا

(١٩) غ

غينئون اهي غرق هن غازي منجهه غزا
پنهنجو ڪهن پاڻ کي ڏيئي ساهه سزا
ماڻن انهيءَ مِلڪ جا محبت مرد مزا
جيئري جوان جزا وجي هادي سان هو رسيا

(٢٠) ف

فيئون بفنا في الله ۾ اهي عاشق ٿيا اثبات
نينهن لڳو نظر ڪلي هي ظالم وئي ظلمات
لاشيءِ موجود غير الله سڀ ۾ سچي ذات
طالبن کي تنهنجي تات وجي هادي سان هو رسيا

(٢١) ڪ

ڪافئون پنهنجي قدرت سان هي جسم بنيو جهان
معراج سندي مرد ڪان جو اعليٰ تن جو شان
انا احمد بلا ميمي مٿي تن مڪان
اهو عاشقن کي عيان وجي هاديءَ هو رسيا

(٢٢) ق

قافئون قلم لکيو آ عاشقن جي ازل

واهوا سختي صبر سان سٺيو مردن انهي مهل
هيو امتحان عشق جو ظاهر ظلم زلل
عشق جي عين اجل وچي هادي سان هو رسيا

(٢٣) ل

لامعون لاغفار آه غرض ڪنهن نہ گناه
وسيلن سندي واقعي ڏج پرور پاڻ پناه
ڪوڙن ڪنهن نہ جهليو نہ ڪنهن مالڪ لائي مناه
سورن جي ثناه وچي هادي سان هو رسيا

(٢٤) م

ميمئون اهي منصور هن جو سوري سر چڙهن
نيزي لائن نينهن تا نتا مست مڙن
سورهيہ انهي سختي ۾ عاشق ڪين اڙن
ڪلمون پاڪ پڙهن وچي هادي سان هو رسيا

(٢٥) ن

نون ڇڏي ناسوت کي جوڳي هليا جبروت
معذن قربا ملڪوت ۾ لوچي لاحد لنگهي لاهوت
هاهوت ۽ باهوت ۾ صبر چپ سڪوت
خودي ڪائي قوت وچي هادي سان هو رسيا

(٢٦) و

واءُ انهي وصال جون حوران هت هيون
شرابن طهورا شوق جو آيون پاڻ ڪنيون
غرض انهي گهوٽ جي ڏنيون لال ويون
پوءِ مرڪي اپئن چيائون وچي هادي سان هو رسيا

(۲۷) ھ

ھيئون انھي حال ۾ آ ديسي آھين
نانگا پنھنجي نفس کي تا ماري منائين
الحب الله والبغض الله خودي کي کائين
او سامي سڏائين وڃي ھادي سان ھو رسيا

(۲۸) لا

لامئون لامقصود ھن طالب طلب ترڪ
عاشق استغراق ۾ آھن اھي غرق
احد احمد ھڪڙو آ ڪيھو ميم فرق
اھا مردن مام مرڪ وڃي ھادي سان ھو رسيا

(۲۹) ع

الفئون انھي آزار ۾ اھي عاشق بہ آھين
جيئري پنھنجي جسم کي تا جوڳي جلائين
لم يلد ولم يولد اتي آٽين
رازق رلائين وڃي ھادي سان ھو رسيا

(۳۰) ي

يبئون يد الله فوق ايديھم ڳولج ٻي نہ ڳلي
مشڪل ڪشيٰ مصطفيٰ حيدر ھڪ علي
احد کم ايمانکم واصل لعل ولي
سھڻا "چيزل" بات ٻلي وڃي ھادي سان ھو رسيا

پورو ٿيو

# ڪلام جي تفصيلي فهرست



روضو مبارڪ حضرت سيد رڪيل شاه صوفي القادري
حضرت سيد چيزل شاه صوفي القادري
درگاه فتح پور شريف